# مجیب ءُ بھٹو





عبدالواحد آریسر

---

كتاب جو نالو: مجيب ۽ پٽو
مصنف: عبدالواحد آريسر
تعداد: هڪ هزار
ڇاپو: پهريون
ڇپائي: سال 2003ع
ٽائيٽل ڊزائين: انٽيل ڪميونيڪيشنز، حيدرآباد
قيمت: =/50 روپيا

(اداري جو يارهون ڪتاب)

# مصطفيٰ جي نالي

اڄ جڏهن آئون هي سٽون لکي رهيو آهيان، تڏهن اُهو بنگالي نوجوان **مصطفيٰ** مون کي ياد اچي رهيو آهي. خبر ناهي ته هو جيئرو به آهي يا بنگال جي آزاديءَ واري شاندار جنگ ۾ ڪم اچي ويو...!

هيءَ ڪيڏي نه حيرت انگيز ڳالهه آهي ته جنهن شخص هڪ تاريخي دؤر کي پنهنجي خوبصورت نگاهه ۽ ڪومل هٿن ذريعي تصويرن ۾ محفوظ ڪري ڇڏيو، سو پاڻ اڄ گمناميءَ ۾ آهي ۽ مون کي معلوم ناهي ته بنگال جي تاريخ آزاديءَ جي ڪنهن ڪتاب جي ڪنڊ ۾ اُن **مصطفيٰ** جو نالو به هوندو يا نه.....!!

ممڪن آهي ته هو اڄ آزاد بنگلاديش جي ناريلن، سڻي ۽ سارين جي خوشبوءِ سان مهڪيل سرزمين جي ڪنهن ڪنڊ ۾ پنهنجو اسٽوڊيو کوليو پنهنجي عظيم شهيد ليڊر جي، خوبصورت تصويرن سان دل کي وندرائيندو هجي! يا ڪنهن اهڙي جاءِ تي ابدي سڪون ۾ ستو پيو هجي، جتي ڪنهن به اهڙي شيءَ جو گذر نه ٿيندو هجي، جنهن کي مصطفيٰ پنهنجي نگاهه ۾ محفوظ ڪري سگهي!! هو شيخ مجيب الرحمان جو خاص فوٽو گرافر هو.

# مهاڳ

پاڪستان جي تاريخ ۾ ايوبي آمريت واري خوني دور ۾ ٻه وڏا طوفاني قسم جا سياسي ماڻهو اڀري آيا جن ولوله نما عوامي طوفان سان فوجي حڪومت جي ديوارن کي لوڏي ڇڏيو. هڪ مجيب ۽ ٻيو ڀٽو. سندن ولوله انگيز قيادت ۽ عوامي حمايت جو اهو عالم هيو جو ٻنهي جي جلسن ۾ ماڻهن جو سمونڊ ڇوليون هڻندو نظر ايندو هو، ٻئي عوام جي دلين تي ڇانيل هئا. ٻنهي ليڊرن سالن کان پيڙجندڙ عوام ۾ آواز اٿارڻ ۽ اڳتي وڌڻ واري دليري ۽ بهادرانه جذبو پيدا ڪري ڇڏيو هو. ٻنهي جو ٻين ليڊرن جي ڀيٽ ۾ تقرير جو انداز، جلسن ۽ جلوسن جو نمونو ٻنهه مختلف ۽ منفرد هو. اهو ايئن ته پاڪستان ٺهڻ کان وٺي، جيڪو مٿين ڪلاس جو محلاتي سياست وارو طريقه ڪار هلندڙهو، تنهن کي هنن ٻنهي ذهين سياستدانن عوام جي صفن تائين لاهي آڻڻ جو ڪامياب تجربو ڪيو. يعني سندن ڪوشش جي نتيجي ۾ عام ماڻهو به سياست سان دلچسپي وٺڻ لڳو هو، ۽ اهڙي ولوله انگيز قيادت کي ڏسي عام مسڪين ماڻهو به ملڪي سياست ۾ پنهنجو پاڻ کي ڀاڱي ڀائيوار سمجهڻ لڳو هو، مٿين ٻي ٻاڪ ۽ ولوله انگيز سياستدانن ۾ باوجود مٿين مشترڪ ڳالهين هئڻ جي، هن ملڪ جي آئيندي بابت ٻنهي جي خيالن ۾ بنيادي طور اختلاف راءِ هئي. ملڪ اندر ايندڙ حڪومت بابت ٻنهي ذهين انسانن جا الڳ الڳ تجربن جي روشنيءَ ۾ خيال هڪ ٻئي جي ٻنهه ابتڙ هئا.

ڀٽي صاحب پنهنجي عمل دوران ٻين سياستدانن تي ڀرپور تنقيد ڪئي. افسر شاهيءَ خلاف آواز اٿاريو، اليڪشن مهم دوران آمريڪا تي گرجدار نموني ڀرپور حملا ڪيا. اقتصاديات جي حوالي سان، ڀهريان سوشلزم ۽ پوءِ اسلامي سوشلزم جي ڀرپور وڪالت ڪئي، پر آئين ڪهڙو هئڻ گهرجي ان بابت هن حرف به نه ڪڇيو. ڇاڪاڻ ته جيڪا آئيني رڌو بدل ٿئي ها، تنهن جواثر اقتداري ڌر پنجاب تي پوڻ لازمي امر هو. ۽ اها

ڳالهه کنهن به اقتدار جي خواهشمند سياستدان لاءِ سخت نقصانڪار هئي. ڇاڪاڻ ته پاڪستان ۾ اقتدار ڏيارڻ وارا پنجابي ئي پئي رهيا آهن.

ان جي ابتڙ شيخ مجيب الرحمان جو پروگرام ڇهه نڪتا. هئا ئي آئيني بنياد تي، ڇاڪاڻ ته ڪيس ملڪ جي پوري تاريخ جو تجربو هو ته ڪيئن نه آئيني طرح قبضو ڪري، پنجاب باقي ٻين صوبن کي ڦريندو لٽيندو رهي ٿو. ان ڪري شيخ صاحب ملڪ جي آئين اندر اهڙيون تبديليون آڻڻ پئي گهريون جنهن سان پنجاب جي هڪ هٽي ختم ٿي سگهي ۽ سول توڙي فوجي طرح سان پنجاب باقي ٻين صوبن مٿان هڪ هٽي قائم نه رکي سگهي. ڪنهن صوبي جي اقتصادي ڦرلٽ نه ڪري سگهي، نوڪرين ۽ واپار مٿان اسلام ۽ پاڪستان جي نالي ۾ قبضو نه ڪري سگهي. اهو هيو شيخ صاحب جي پروگرام جو بنيادي مقصد جنهن جو هن شروعات کان علي الاعلان اظهار ڪرڻ شروع ڪري ڏنو هو. ان سلسلي ۾ پنجابي، فوجي ۽ بهاري سندس خاص نشانو هوندا هئا.

جيڪڏهن غور ڪري ڏسبو ته زير بحث ليڊرن جي ذهني معيار ۾ جيڪو ايڏو وڏو تفاوت هيو. جهڙو گلاب جي گل ۽ ڪاغذي گل ۾ هوندو آهي. جهڙو محبوبه جي مُرڪ ۽ طوائف جي مرڪ ۾ هوندو آهي. ان جو پڻ تاريخي پس منظر هيو جنهن ۾ مٿين ٻنهي اڳواڻن جي ذهني تربيت ٿي، جنهن سبب ايڏو وڏو ڏينهن ۽ رات جهڙو تفاوت نظر اچي ٿو.

مجيب الرحمان ننڍي وچولي ڪلاس ۾ ڄائو نپنو ۽ وڏو ٿيو ان ڪري سياسي ميدان ۾ اچڻ ۽ سياسي سبق پرائڻ وقت وچولي ڪلاس جي روايت موجب ديس جي قومي سورمن جي ڪارنامن ۽ وفادارين جو سندس ذهني اوسر تي غلبو رهيو. اهڙي ريت عبدالواحد آريسر جي لفظن ۾ "مجيب الرحمان، جيئن ته ايثار ۽ قربانيءَ جي سياست تي عمل ڪندڙ هو، ان ڪري سراج الدوله، کي پنهنجو هيرو سمجهندو هو".

جڏهن ته مسٽر ڀٽو خانداني طور جاگيردار گهرائي سان وابسته هو، ان ئي ماحول ۾ پليو، نپنيو ۽ وڏو ٿيو ۽ ان ئي طبقي واري مخصوص تعليم پرايائين. ان ڪري هو سياست ۾ پڻ جاگيردارانه روايتن موجب جمپ ڏيئي داخل ٿيو. جيتوڻيڪ ڪيس سنڌي قوم جي فرد هئڻ جي ناتي شاهه لطيف، مولانا عبيدالله سنڌي، شهيد الله بخش سومري جي ڪارنامن ۽

ڪارگذارين جو پس منظر هئڻ ڪان سواءِ محترم جي. ايم.سيد جو پڻ سايو موجود هو. پر هي جاگيردارانہ روايتن ۽ سامراجي يونيورسٽين ۾ ورتل تعليم جي مدنظر مٿي ڄاڻايل عظيم انسانن جي فلسفي ۽ عملي جدوجهد منجهان ڪا شيءِ حاصل ڪري نہ سگهيو.

جتي شيخ مجيب الرحمان جي سياسي تربيت جو بار سهرورديءَ جي سر تي هو، اتي مسٽر ڀٽي جو سياسي استاد جنرل ايوب خان هو. شيخ مجيب الرحمان شهيد سهرورديءَ جي نگرانيءَ ۽ نظرداريءَ هيٺ بنگال جي سياست ۾ عام ڪارڪن جي عهدي کان شروعات ڪئي ۽ آهستي آهستي عملي جدوجهد رستي هيٺين عهدن تي ڪم ڪرڻ وسيلي تجربا ڪندي پارٽيءَ جي قيادت تائين پهتو. جڏهن تہ ڀٽي صاحب وٽ اهڙي ڪنهن بہ شيءِ جو نالو نشان ئي ڪو نہ هو.

شيخ مجيب الرحمان جي سياست تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ سندس سياسي جدوجهد جي شروعات ١٩٤٠ع ۾ ان وقت ٿي جڏهن پاڻ شاگردن طرفان آل انڊيا مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ آل انڊيا بنگال مسلم اسٽوڊنٽس ليگ جو ڪائونسلر چونڊيو ويو. ڪيس ساڳي وقت گوپال گنج سب ڊويزن مسلم ليگ ڊفينس ڪميٽيءَ جو پڻ سيڪريٽري چونڊيو ويو. اهڙي ريت ١٩٤٦ع ۾ اسلاميہ ڪاليج اسٽوڊنٽس يونين ڪلڪتہ جو بنا مقابلي جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. ورهاڱي ڪان جلد پوءِ شيخ صاحب مسلم ليگ کان الڳ ٿي اوڀر پاڪستان مسلم اسٽوڊنٽس ليگ جو بنياد وڌو، جنهن کي بعد ۾ اوڀر پاڪستان اسٽوڊنٽس ليگ ۾ تبديل ڪيو ويو. شيخ صاحب سياسي جدوجهد سبب مارچ ١٩٤٨ع ۾ ٻوليءَ وارن هنگامن دوران گرفتار ڪيو ويو. بعد ۾ ١٩٤٩ع ۾ ڊاڪا يونيورسٽي جي هيٺين ڪلاس جي ملازمن جي لاءِ اسٽرائيڪ ڪرائڻ تي ڪيس لا جي ڪلاسن منجهان رسٽيڪيٽ ڪيو ويو. بعد ۾ ان ئي سال گرفتار ٿيو ۽ جيل منجهان ئي عوامي ليگ جو جوائنٽ سيڪريٽري چونڊيوويو. هن ٻيهر ١٩٥٢ع تائين جيل ۾ رهيو. ڪيس جيل مان نڪرڻ ڪان پوءِ ١٩٥٣ع ۾ عوامي ليگ جو جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو.

١٩٥٨ع واري مارشل لا ۾ ڪيس سيفٽي ايڪٽ هيٺ گرفتار ڪيو ويو. جتان ڊسمبر ١٩٥٩ع ۾ آزاد ٿيو. هن ٻيهر سياست ۾ حصو نہ وٺڻ

جي ضمانت نہ ڏيڻ ڪري ڪيس ڇهہ مهينا وڌيڪ جيل ڪاٽڻو پيو.

۱۹٦۲ع ۾ حسين شهيد سهرورديءَ جي گرفتاريءَ خلاف جدوجهد هلائڻ جي ڏوهہ ۾ وري گرفتار ڪيو ويو. جتان ڇهن مهينن کان پوءِ آزاد ٿيو.

۱۹٦۳ع ۾ جڏهن حسين شهيد نيشنل ڊيموڪريٽڪ فرنٽ آرگنائيز ڪيو تہ شيخ صاحب ان ۾ شامل ٿيو. پر پوءِ جلد .N.D.F کي ڪارآمد نہ ڄاڻي عوامي ليگ کي آرگنائيز ڪرڻ شروع ڪيائين. ان پليٽ فارم تان ٥ ـ ٦ فيبروري ۱۹٦٦ع تي لاهور ۾ سڏايل قومي ڪانفرنس ۾ هن "ڇهن نقطن" جو اعلان ڪيو. جنهن ڪاڻ خائف ٿي ڪيس مئي ۱۹٦٦ع ۾ گرفتار ڪري سندس پنيان اڪيچار ڪيس لاڳو ڪيا ويا. ان دور ۾ هڪڙن ڪيسن منجهان سندس ضمانت ٿيندي هئي تہ ٻيا ڪيس لاڳو ٿي ويندا هئس. اهو سلسلو جنوري ۱۹٦۸ع تائين هلندو رهيو. جڏهن ڪيس فوجي قانونن هيٺ گرفتار ڪري مٿس اگرتلا سازش ڪيس لاڳو ڪيو ويو، جنهن منجهان ڍاڪا يونيورسٽي اسٽوڊنٽس ايڪشن ڪميٽي طرفان هلايل زبردست عوامي تحريڪ جي نتيجي ۾ سرڪار ڪيس واپس وٺي کيس آزاد ڪيو هو.

اهو آهي شيخ مجيب الرحمان جي سياسي جدوجهد جو مختصر جائزو، جنهن جي روشنيءَ ۾ شيخ صاحب جي ذهني تربيت ٿي. ٻئي طرف جناب ذوالفقار علي ڀٽي جي زندگيءَ تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ هو صاحب شاگرديءَ واري دور ۾ وڏن ماڻهن جي روايتن موجب سياسي جدوجهد ۾ حصو وٺڻ کان پري رهيو. ۱۹٥۳ع ۾ جڏهن هو ٻاهران تعليم پرائي واپس آيو، تڏهن پيءُ سر شاهنواز ڀٽي جي حوالي سان مسٽر اسڪندر مرزا، جنرل ايوب خان ۽ ڪجهہ ٻين سرڪاري ماڻهن سان سندس ڏيٺ ويٺ ٿي. اهڙي ريت فوج ۽ افسر شاهيءَ واري ڏيٺ ويٺ گهري دوستيءَ ۾ تبديل ٿيڻ لڳي تہ هيءُ بہ سياسي ميدان ۾ نمودار ٿيندو ويو. ان سلسلي ۾ هو ٻهريان سرڪار جو اهم مشير ۽ هڪدم پوءِ وزير بنجي ويو ۽ سندس اهو سلسلو مختلف سرڪاري عهدن ۽ وزارتن جي حوالي سان ۱۹٦٦ع ۾ ڪرسي کسجڻ تائين هلندو آيو.

مٿين تاريخي ۽ سماجي پس منظر ۾ زير بحث ليڊرن جي سياسي اوسر ٿي. ان متضاد رخن واري اوسر جو نتيجو اهو نڪتو جو، جڏهن ٻنهي

ذهين ترين سياستدانن پنهنجي پنهنجي سياسي پارٽين جي قيادت ڪرڻ شروع ڪئي، تڏهن شيخ مجيب الرحمان جي ستن ۾ تاج الدين، قمر الزمان، ڪئپٽن منصور ۽ نذر الاسلام جهڙا بهادر ۽ دانائُ انسان شامل رهيا. جڏهن ته جناب ڀٽي جا دست راست اهي ٿي ساڳيا، غلام مصطفيٰ جتوئي، غلام مصطفيٰ کر، مير اعجاز ٽالپر، جام صادق علي ۽ ڊاڪٽر غلام حسين جهڙا موقعي پرست وڏيرا ۽ سرمائيدار بنيا. ان ٿي عمل جو اهو نتيجو هيو جو ۱۹۷۷ع ۾ ڀٽي خلاف انقلاب اچڻ کان وٺي ڪو به قابل ذڪر احتجاجي ڪارنامو نه ٿيو. آخرڪار ڀٽي کي ڦاسي اچڻ کان پوءِ سندس ويجهي کان ويجها ساٿي به معافي نامه ڏيئي ٻاهر نڪري آيا. پر جڏهن ۱۹۷۵ع ۾ مجيب خلاف بغاوت ڪئي ويئي تڏهن عوامي ليگ جا سرفروش خاموش ويهي هڪبئي جو منهن نه ڏسندا رهيا. ان بغاوت ٿيڻ سان عوامي ليگ جي ٻئي درجي واري قيادت تاج الدين، نذير الاسلام، قمر الزمان ۽ ڪئپٽن منصور کي ته جيل ۾ بند ڪيوويو پر باقي جيڪي پوئتي بچيا تن به مصلح بغاوتن جي شروعات ڪري ڏني. اهڙين بغاوتن جي نتيجي ۾ آڪٽوبر ۱۹۷۵ع ۾ برگيڊيئر خالد مشرف جي اڳواڻيءَ ۾ انقلاب ڪامياب ٿيو پر ان انقلاب سامراج جي دلالن کي چيڙائي وڌو، جن رد عمل طور عوامي ليگ جي سياسي ونگ کي مڪمل طور تباهه ڪرڻ لاءِ قيد ۾ بند اڳواڻن کي بي دردي‌ءَ سان ختم ڪري ڇڏيو. ساڳي وقت نئين آيل انقلاب تي ٻڻ ٻن ڏينهن اندر وري قبضو ڪري ورتو.

نظرياتي ۽ غير نظرياتي پارٽيءَ ۾ ڪيڏو نه نمايان فرق ٿئي ٿو. پيپلز پارٽي جا ننڍا وڏا ڪارڪن معافي نامه ڏيئي ٻاهر نڪري آيا. پر مجيب جي ساٿين، کي سنگين سان چيرڻ جي باوجود به ڪوئي خريد ڪري نه سگهيو.

مٿين ٻنهي شخصيتن جي مطالعي ڪرڻ بعد آريسر صاحب جو هيئيون رايو نهايت وزندار لڳي ٿو ته "مسٽر ڀٽو جيئن ته سياست ۾ مفاد پرستيءَ کي جائز سمجهندو هو تنهنڪري سندس هيرو "ميڪاولي" هو ۽ مجيب الرحمان، جيئن ته ايثار ۽ قربانيءَ جي سياست تي عمل ڪندڙ هو، ان ڪري سراج الدوله کي پنهنجو هيرو سمجهندو هو."

هن ڪتاب جي منصف محترم عبدالواحد آريسر جو ڀٽي ۽ مجيب

ٻنهي سان لاڳاپو رهيو آهي. هڪ سان نسلي ته ٻئي سان فڪري تعلق اٿس. جڏهن ته ذاتي لڳ لاڳاپو ۽ ميل جول، سواءِ ڏيڍ ڪلاڪ (ڀٽي سان) ۽ ٻارنهن ڪلاڪن (مجيب سان) کان وڌيڪ پيدا ٿي نه سگهيو. مصنف جي سياست ۾ نمودار ٿيڻ کان اڳ مجيب الرحمان ته آزاد بنگله ديش جو اڳواڻ بنجي چُڪو هو. البته ڀٽو صاحب باقي بچيل ملڪ جو اڳواڻ ٿي ويٺو هو. ان جڏهن جمهوريت جي نالي ۾ سنڌ سان قانوني طرح ناانصافين جي شروعات ڪئي تڏهن هي بهادر انسان خاموش نه رهي سگهيو ۽ ميدان عمل ۾ نڪري آيو. ۽ نهايت وفاداري خلوص ۽ سچائيءَ سان، سنڌ جي مسئلن جي وڪالت ڪرڻ لڳو. سندس اهوئي سچائي ۽ وفاداريءَ وارو جذبو هيو جنهن ڪيس عوامي آمريت واري دور ۾ ڏاڍ اڳيان جهڪڻ کان بچائي ورتو.

مسٽر ڀٽو جنهن هن ملڪ تي بي تاج بادشاهن وانگر راڄ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن جي دور ۾ پاڻ ڪي جبل جهڙا اڏول ظاهر ڪندڙ اديب توڙي سياستدان وڪري جي ٻڙيءَ تي وڪامندا رهيا. ۽ ائين ٻئي محسوس ٿيو جهڙوڪ: سنڌ سرڪار (جيڪا نالي ۾ سنڌين جي هئي) اڳيان گوڏا کوڙڻ ۽ وڪري جي مالي بڻجڻ رواج بنجي چُڪو هو. اهڙي وقت ۾ هي ڪارونجهر جي ڪڪ منجهان پيدا ٿيل روپلي جو روح سنڌ جي قومي عظمت کي برقرار رکڻ لاءِ، انهن ڀهروپي ويرين سان وڙهندو رهيو. اهڙو دور جنهن ۾ عوامي دور جي نالي ۾ اختلاف ڪندڙ ۽ مخالفن لاءِ ماٺهوءَ بوڻءِ واري ماحول پيدا ڪيو ويو هو. ان دهشت ۽ دٻدٻي خوف و حراس واري ماحول ۾ اسانجي هن بهادر سياستدان کي جڏهن خريد ڪرڻ لاءِ داءُ هڻڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ۽ پيپلز پارٽيءَ جي هڪ سرڪردي ماڻهوءَ جي حوالي سان سندس کن تائين اها ڳالهه پهچائي وئي ته "تنهنجو ملهه ڇا آهي؟" تڏهن هن عمر ڪوٽ جي ميڊري، صدين جي لوئيءَ واري لڄ برقرار رکندي، کيس جواب ڏنو هو "منهنجو ملهه اهو آهي ته مونکي خريد ڪرڻ وارو، پنهنجي پارٽي ڇڏي منهنجي پارٽيءَ ۾ شامل ٿي، قومي جدوجهد ڪرڻ شروع ڪري ڏئي."

سنڌ جو هي سچار ۽ وفادار فرزند، قومي رهبر سائين جي.ايم.سيد جي پوئلڳن جي قافلي جو اڳواڻ، شيخ مجيب الرحمان جي عظمت جو پوڄاري، مجيب الرحمان جي سياسي استاد (جي.ايم.سيد) جي ڏسيل فڪر

جي روشنيءَ ۾ سنڌ جي آزادي ۽ خوشحاليءَ لاءِ ڏينهن رات جدوجهد ڪري رهيو آهي. ان سلسلي ۾ پاڻ ڪافي ڪتاب لکيا اٿائين ۽ اڻ ڳڻيون تقريرون ڪيون اٿائين.

موجوده ڪتاب پڻ ان ساڳئي مقصد ڪارڻ ڪيل جدوجهد جي حصي طور هڪ قدم آهي. جنهن ۾ برصغير جي ٻن نهايت ذهين داناءُ ۽ طوفاني صفت سياستدانن ۽ سندن پارٽين جو مطالعو پيش ڪيو ويو آهي. جنهن سان سنڌ ۽ پاڪستان جي سياست سان دلچسپي رکندڙ ماڻهن جي سوچ ۽ معلومات ۾ يقيناً ڪافي واڌارو ٿيندو.

طالب العلم
**آزاد قاضي**
جولاءِ ١٩٧٨ع.

١٩٦٥ع کان پوءِ پاڪستان جي سياسي ميدان ۾ هڪ طوفان آيو. ستن سالن جي ظاهري طور مستحڪم حڪومت جي سمنڊ ۾ هيجان پيدا ٿيو ۽ فوجي حڪومت جي ديوارن ۾ ڏار پوڻ شروع ٿيا. اولهه ۽ اوڀر پاڪستان جو عوام، پوليس جي لٺين، آنسو گيسن ۽ فوجي گولين جي وسڪاري کان بي پرواهه ٿي پنهنجي قومي ۽ جمهوري حق ماڻڻ لاءِ رستن تي نڪري آيو.

پاڪستان جي تاريخ ۾ اهو پهريون ڀيرو هو جو عوام سنئون سڌو رياستي ادارن تي عدم اعتماد جو مظاهرو ڪري انهن جي جبر کي جوابي جبر سان ختم ڪرڻ لاءِ عوامي سياست ڪرڻ لڳو.

حقيقت هيءَ هئي تہ پاڪستان جي سياسي تاريخ، عوام کي ملڪ ۾ هلندڙ سياست ۽ سرڪاري ادارن کان مڪمل مايوس ڪري ڇڏيو هو ۽ ان ڪري عوام مڪمل تبديليءَ جا طالبو هئا. عوام جي انهيءَ سوچ ۽ لوچ ۾ جن شخصن، طوفان ۽ زلزلو برپا ڪري دليريءَ ۽ بهادريءَ سان اڳتي وڌڻ جو حوصلو ۽ همت پيدا ڪئي، تن جا نالا شيخ مجيب الرحمان ۽ ذوالفقار علي ڀٽو هئا. جيڪي نہ صرف طوفان پيداڪندڙ هئا پر بذات خود مڪمل طوفان ۽ زلزلو هئا، هيجان ۽ بحران هئا. لَکُون ۽ واچوڙا هئا. ٻئي سياسي طبيعت ۽ بيقرار ذهن جا مالڪ هئا.

شيخ مجيب الرحمان جولاءِ ١٩٧٠ع ۾ جيڪب آباد کان ڪار جي ذريعي بلوچستان جي دوري تي وڃي رهيو هو. جڏهن سندس ڪارن جو قافلو سبيءَ وٽ پهتو، تڏهن مٽيءَ جو سخت طوفان آيو، جنهن جي ڪري اڳتي وڌڻ مشڪل ٿي پيو. اهڙيءَ حالت ۾ هڪ سنڌي سياستدان (گهڻو ڪري آغا غلام نبي پٺاڻ) شيخ صاحب کي چيو "مون کي خبر هئي تہ هن رستي ۾ اهڙا طوفان ايندا رهندا آهن. ان ڪري مون اوهان کي چيو هو تہ ڪارن جي بجاءِ ٽرين ۾ هلجي" ان وقت شيخ مجيب الرحمان مرڪي جواب ڏنو هو تہ:

"آءٌ طوفانن جي پيداوار آهيان، ٦٠ ميل في ڪلاڪ جي رفتار سان ايندڙ طوفانن مون کي پاليو آهي. بنگال جي انهن طوفانن ناريل جي وڻن کي

اڪيڙي اجلائي ڇڏيو. پر مون کي پنهنجي منزل ڏانهن وڌڻ کان روڪي نہ سگهيا. مون خود طوفان تي انهن طوفانن جا رخ موڙي ڇڏيا. انهن طوفانن جي پيٽ ۾ هي طوفان تہ ڪائي حيثيت نہ ٿو رکي، سو مون کي ڪيئن روڪي سگهندو".

ذوالفقار علي ڀٽي، هڪ دفعي تقرر ڪندي چيو هو (جڏهن غالباً ملڪ ۾ قادياني مسئلي تي تحريڪ هلي رهي هئي) "آءٌ بحرانن جي پيداوار آهيان. مون کي بحران پيدا ڪرڻ انهن کي ختم ڪرڻ اچي ٿو. هي ننڍڙا بُحران منهنجي لاءِ ڪائي حيثيت نہ ٿا رکن."

اهو ئي سبب آهي ۽ هئو، جو پوري ملڪ جو عوام، هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ، سوچڻ ۽ اڳو پيڇو جانچڻ کان سواءِ، ديوانہ وار تي پيو ۽ هن کي پنهنجي سالن جي مايوسي، بدحالي، پائمالي ۽ پيڙا جو خاتمو مجيب ۽ ڀٽي جي آواز ۽ الفاظ جي امرت ڌارا ۾ نظر آيو. چو تہ انهن ٻنهي جي سياست عام سياست کان مختلف هئي. انهن جون تقريرون، عام تقريرن کان مختلف هيون. انهن جو سفر عام سياستدانن جي سياسي سفر کان مختلف هو. انهن جا دورا، جلسا ۽ جلوس، مظاهرا ۽ بيان، ولولا ۽ جذبا، عام سياستدانن کان قطعي مختلف ۽ ڌار هئا. جيڪي دل ڪش هئڻ سان گڏ عوام کي پنهنجي شاندار مستقبل ۽ باوقار جياپي لاءِ اُڪير ۽ اتساهہ ڏياريندڙ هئا. اهي سڀ شيون پاڪستان جي ٻين سياستدانن ۾ موجود ئي ڪين هيون ۽ ماڻهن ڪڏهن سوچيو بہ نہ هو تہ ملڪ جا سياستدان ڪڏهن برسر اقتدار ٽولن ۽ شخصن سان ائين بہ مخاطب ٿي سگهن ٿا.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ملڪ ۾ محلاتي سياست ۽ سازش شروع ٿي. جنهن جي زد ۾ اچي ڪڏهن وزارتون ٺهنديون ۽ ڪڏهن ڊهنديون هيون. ڪڏهن اسيمبلي چونڊبي هئي تہ ڪڏهن ڊسمس ٿيندي هئي. ڪڏهن آئين ساز ڪميٽيون مقرر ٿينديون هيون تہ اهي ڪڏهن برخواست ٿينديون هيون. ملڪي سياستدان هڪ ٻئي جي خلاف سازشن، چالبازين، ٺڳين مڪارين ۾ مصروف هئا. اهي سياستدان، انگريز دؤر جي حرفتي سياست جي ذريعي صوبن، قومن ۽ عوام جي سياسي، سماجي، مادي ۽ روحاني حقن ۽ واسطن کان لاپرواهہ ۽ لاغرض هئا. هنن کي انهيءَ ڳالهہ تي ڪوبہ اعتماد ۽ ڀروسو نہ هو تہ ڪو عوام ۾ سياسي سماجي شعور، بلند ڪري ان جي مدد ۽ آڌار تي، ڪا تبديلي بہ آڻي سگهجي ٿي.! هنن جي نظر ۾ عوام جاهل، بي شعور ۽ سياست ۾ غير فيصلہ ڪن عنصر هو. پر جيڪڏهن ڪن سياستدانن

عوام تائين پهچڻ ۽ عوام جي ڳالهه ڪرڻ به ٿي چاهي ته انهن کي مختلف حيلن، بهانن سان عوام کان پري رکيو ٿي ويو. جيئن، سائين جي.ايم. سيد، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، بادشاه خان، عبدالصمد خان اچڪزئي وغيره، کي پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جيلن ۾ يا نظربندين هيٺ رکيو ويو.

پاڪستاني سياستدانن جي عوام دشمن روش ان مان چڱي ريت ظاهر آهي ته جڏهن اولهه پاڪستان کي هڪ يونٽ ۾ شامل ڪيو ويو ته عوام کان ڪا به راءِ نه ورتي ويئي ۽ جڏهن بنگال جي اڪثريت کي گهٽائي اولهه پاڪستان جي برابر پئي ڪيو ويو، تڏهن به دنيا جي تسليم ٿيل اصولن "ريفرينڊم" جي ذريعي عوام جي مرضي معلوم ڪرڻ جي ڪا به ضرورت نه سمجهي ويئي ۽ نه وري محب وطن ماڻهن کي اها اجازت ڏني ويئي ته هو عام رابطي جي ذريعي انهن قدمن وسيلي پهچندڙ نقصانن کان عوام کي واقف ڪري سگهن. انهن سيني ڪارروائين ۾ ٽي ڌريون شريڪ هيون، هڪ مدي خارج سياستدان ٻيو انگريز دور جي آفيسر شاهي ۽ ٽيون، فوج جا وڏا آفيسر. انهن ٽنهي عنصرن مان پويون عنصر، ظاهر ظهور عوام جي سامهون نه هو ۽ ماڻهن کي ان جي ڪردار جي باري ۾ ڪا به خبر ڪا نه هئي، باقي ٻنهي ڌرين جي ڪردار، عوام کي سياستدانن ۽ آفيسر شاهيءَ کان مايوس ۽ بدظن ڪري ڇڏيو هو، تنهن ڪري اهي (عوام) ڪنهن بغاوت ڏياريندڙ جي اوسيئڙي لاءِ واجهائي رهيا هئا. هيءُ اهو ئي دور هو جڏهن جنرل ايوب خان (آمر) فوج ذريعي ملڪ جي اعليٰ اقتدار تي قبضو ڪيو ۽ سيني سياسي سرگرمين تي بندش وجهي ڇڏي. فوج جي انهيءَ قدم، عوام ۾ هڪ قسم جي اطمينان جي لهر پيدا ڪئي ۽ هنن سمجهيو ته هاڻي مدي خارج سياستدانن ۽ آفيسرشاهيءَ جي عذاب ۽ جنجال کان جان ڇٽي پوندي. ڇو ته عوام جي نظرن ۾ فوج هڪ ديانتدار ۽ غيرجانبدار ادارو هئي. ۽ صحيح معنيٰ ۾ عوام کي نجات ڏيارڻ لاءِ آئي هئي. هن ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته ايوب خان، جي ڪن شروعاتي قدمن، آفيسر شاهيءَ جي ڪَن مهٽ ڪئي ۽ ڪي قدر عوامي تائيد حاصل ڪري ورتي، پر جيئن وقت گذرندو ويو تيئن فوجي حڪومت جي، سازشي سياستدانن ۽ آفسر شاهيءَ سان گٺ جوڙ ظاهر ٿيندي ويئي ۽ عوام جون خوش فهميون ختم ٿيڻ لڳيون. پر جيئن ته فوجي حڪومت جو تجربو، پاڪستاني ماڻهن لاءِ بلڪل نئون هو، ان ڪري ماڻهو ان حڪومت جي خلاف ڪليل نموني ميدان ۾ اچڻ

ن ڪيپائي رهيا هئا. تاهم هنن فوجي حڪومت کان پنهنجي نفرت ۽ عدم اعتماد کي هرويرو لڪايو بہ ڪو نہ ٿي. ١٩٦٣ع جي صدارتي چونڊ ۾ عوام فوجي حڪومت (جيڪا پوءِ رائوفرمان عليءَ جي هاٺوڪي منصوبي مطابق سول حڪومت ۾ تبديل ٿي چُڪي هئي) جي خلاف ڀرپور طريقي سان پنهنجو احتجاج رڪارڊ ڪرايو. انهيءَ احتجاج فوجي حڪومت جي سربراهہ کي يقيني طرح محسوس ڪرايو تہ فوجي حڪومت تان عوام جو ويساهہ پوريءَ ريت کڄي چُڪو آهي.

فوجي حڪومت جي سربراهہ جي انهي وڃايل اعتماد کي بحال ڪرڻ لاءِ ١٩٦٥ع ۾ پوري عوام کي جنگ جي ڀرندڙ باهہ ۾ اڇلائي ڇڏيو. جيتوڻيڪ ان وقت جنرل ايوب ۽ پاڪستان جي پرڏيهي وزير، ملڪي اشاعتي ادارن ڪان وٺي عالمي ادارن تائين، ڀرپور طريقي سان ان نموني جي پروپئگنڊا ڪرائي تہ " هندوستان جي حڪومت، رات جي اونداهيءَ ۾ عالمي سرحدون لتاڙي، پاڪستان جي سرزمين تي حملو ڪري ڏنو آهي." ليڪن اڄ ڏينهن تائين اڳوڻن جنرلن ۽ سياستدانن جي ذريعي جيڪو مواد ڇپجي سامهون آيو آهي، ان مان اها خبر پوي ٿي تہ هيءَ جنگ پاڪستان سرڪار طرفان ڇيڙي ويئي هئي. جنهن جي ذريعي صدار ايوب، پنهنجي ڪرندڙ ساک بحال ڪرڻ ٿي چاهي. جنگ جي نتيجي ۾ ايوب خان جي پوزيشن بحال ٿي نہ سگهي ۽ پاڪستاني عوام جو اعتماد، جيڪو پراڻن سياستدانن ۽ آفيسر شاهيءَ تان اڳ ئي ختم ٿيل هو سو هاڻي فوجي حڪومت مان بہ ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ رستو ڳولڻ لڳو. ١٩٦٥ع جي جنگ عوام کي جرنيلن جي حڪومت کان بدظن ڪري ڇڏيو. تاهم ان پاڪستان جي ٻن سياستدانن جي عروج ۽ شهرت جا دروازا کولي ڇڏيا. ۽ اهي ٻہ سياستدان هئا جناب شيخ مجيب الرحمان ۽ ذوالفقار علي ڀٽو.

جنگ ۾ اوڀر پاڪستان، جي بچاءُ جو ڪو بہ مؤثر بندوبست نہ ڪيو ويو هو. اها ڳالهہ هئي، جنهن شيخ مجيب الرحمان جي مشهور ڇهن نڪتن کي جنم ڏنو ۽ بنگال جو هيءَ جوان همت ۽ شعلہ بيان ليبر، جيڪو پاڪستان جي سياست جي ميدان ۾ ايترو مشهور نہ هو، سو هڪدم نہ صرف پاڪستان پر عالمي اخبارن جي سرخين جو عنوان بنجي ويو. پاڪستاني اردو اخبارن، ڇهن نڪتن کي علحدگي پسندي ۽ ملڪ دشمنيءَ سان تعبير ڪري، شيخ مجيب الرحمان کي ملڪ جوغدار سڏڻ شروع ڪيو.

ان پروپئگنڊا جي نتيجي ۾ شيخ صاحب تي " اگرتلا" سازش ڪيس گهڙي، ڪيس گرفتار ڪيو ويو. شيخ صاحب جي گرفتاري بنگالين جي دلين ۾ مجيب جي عظمت ۽ محبت کي ڪنهن مذهبي ڪتاب کان وڌيڪ نقش ڪري ڇڏيو ۽ پورو بنگال "امار نيتا مجيب" ۽ "بنگلہ بندو مجيب" جي نعرن سان گونجڻ ۽ گجڻ لڳو. اڍائي سئوسالن کان آزاديءَ لاءِ لڳاتار وڙهندڙ بنگالين کي مجيب جي روپ ۾ سراج الدوله ۽ سڀاش بابو، نظر اچڻ لڳا. ڇهہ نڪتا بنگالين لاءِ بائيبل، گيتا ۽ قرآن بنجي ويا ۽ بنگال جي نوي سيڪڙو عوام پنهنجي نڪات کي ڇهن نڪتن سان وابستہ ڪري ڇڏيو ان ڪري هو مجيب الرحمان، جي آزاديءَ لاءِ پنهنجي سرن سان ڪفن ٻڌي ميدان ۾ نڪري آيا.

مسٽر پيلو مودي، پنهنجي ڪتاب (Zulfi My Friend) "زلفي مائي فرينڊ" ۾ غلط لکيو آهي تہ "مجيب گرفتاريءَ وقت بنگال ۾ ڪوبہ احتجاج نہ ٿيو هو ۽ ايوب خان جي خلاف تحريڪ جي پوري رهنمائي مغربي پاڪستان مان ٿي رهي هئي." ان جي ابتڙ حقيقت هيءَ آهي تہ مجيب جي گرفتاريءَ کان ٿورو پوءِ اوڀر پاڪستان جي ڪن شهرن ۾ حڪومت کي ڪرفيو نافذ ڪرڻو پيو هو. خود شيخ مجيب الرحمان، هڪ محفل ۾ اوڀر پاڪستان جي مشهور شاگرد اڳواڻ "طفيل" جو تعارف هنن لفظن ۾ ڪرايو هو تہ: "هيءُ آهي طفيل، جنهن اگرتلا ڪيس وقت چئن شاگردن جا لاش کڻي، ڪرفيو ٽوڙي پنج لک ماڻهن جي جلوس جي قيادت ڪئي هئي."

ان کان سواءِ ايوب شاهيءَ جي خلاف تحريڪ جوباني ڀٽو صاحب نہ پر "جمهوري مجس عمل" هئي. جنهن ۱۴ - فيبروري ۱۹۶۸ع تي اهڙي هڙتال ڪرائي، جنهن جو مثال مشڪل سان ملندو. البتہ ڀٽي صاحب، پنهنجي بي پناهہ صلاحيت، حوصلہ منديءَ ۽محنت سان ان تحريڪ کي جانبازيءَ وارو جذبو ڏنو.

۱۹۶۵ع واري جنگ کان پوءِ روس، جي هڪ شهر "تاشقند" ۾ هندوستان ۽ پاڪستان جي وچ ۾ امن ناهہ ٿيو. جنهن مطابق ٻنهي حڪومتن هڪ ٻئي جا ڪنيل علائقا ۽ جنگي قيدي واپس ڪرڻ واري اقرار نامي تي صحيحون ڪيون. ان اقرار نامي جي مخالفت ۾ پنجاب اندر، نوابزادي نصرالله، ۽ ڪن ٻين اڳواڻن جي قيادت ۾ زوردار مظاهرا ٿيا، ڇو تہ پنجابي عوام کي اهو ٻڌايو ويو هو تہ، پاڪستان جنگ ۾ زبردست فتح حاصل ڪئي آهي ۽ ڪشمير جي آزادي ٿيڻ واري آهي. حالانڪہ انهيءَ جنگ ۾ پاڪستاني

فوجون "راجستان سيڪٽر" ۾ اڳتي ضرور وڌيون هيون. پر پنجاب واري طرف کان پاڻ ڪافي علائقي کان پوئتي هٽيون هيون ۽ تقريباً چار سئو ميل پنجاب جو سرسبز علائقو، هندوستان جي هٿ هيٺ اچي ويو هو. پر اهي حقيقتون عوام کان لڪل هيون. ان ڪري عوام سمجهيو تہ "هندوستان کان کٽيل علائقا واپس ڪري، ايوب، اسان جي شهيدن جي رت سان غداري ڪئي آهي." عوام جو اپار اهڙي حالت ۾ هو تڏهن مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي، ايوبي وزارت مان علحدگي اختيار ڪئي. وزارت مان ڌار ٿيڻ وقت، مسٽر ڀٽي هڪ ذهين سياستدان جي حيثيت ۾ سمجهي ورتو هو تہ عوام جي سوچ ڇا آهي؟ ڪهڙو سياسي موضوع آهي، جيڪو عوام جي جذبن ۽ امنگن کي ٿهڪندڙ پاٽيءَ وانگر يا ڦاٿندڙ جبل وانگر بنائي سگهي ٿو. تنهنڪري هن پنهنجي سياسي مُهم جو بنيادي حصو "اعلانِ تاشقند" کي بنايو. ۽ ايوب خان تي الزام مڙهيائين تہ هن تاشقند ۾ ڪشمير جو سودو ڪري ڇڏيو آهي، "آءُ اهڙيون سوديبازيون رد ڪندس ۽ هندوستان کان ڪشمير واپس وٺندس."

ايوب وزارت، مان ڌار ٿيڻ کان پوءِ ڀٽو صاحب، ڪافي وقت خوف ۽ دهشت واري ماحول ۾ خاموش رهيو ۽ پنهنجي دوستن سان آئينده پروگرام متعلق صلاحون ڪندو رهيو. مسٽر ڪر جي روايت آهي تہ پيپلز پارٽي، ٺهڻ کان اڳ ۾ مسٽر ڀٽي هڪ ميٽنگ ۾ پنهنجي دوستن کان سياست ۾ سرگرم حصو وٺڻ لاءِ وقت جي باري ۾ راءِ پُڇي، سڀني ساٿين انتظار ڪرڻ لاءِ چيو پر جتوئي صاحب واحد ماڻهو هو، جنهن ايوب شاهيءَ کي للڪارڻ لاءِ ان وقت کي مناسب ۽ موزون قرار ڏنو هو.

ذوالفقار علي ڀٽي، کي سلامتي ڪائونسل ۾ هندوستان جي خلاف هڪ زبردست تقرير ڪرڻ جي ڪري اڳ ئي ملڪ گير شهرت ملي چُڪي هئي. ڪيترا ڏينهن ريڊيو پاڪستان، مسٽر ڀٽي جي اها تقرير نشر ڪندو رهيو هو. پاڪستاني اخبارن، سنڌ جي هڪ جاگيردار ۽ انگريزن جي وفادار خاندان جي هن نوجوان کي نمايان ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. اهڙيءَ طرح مسٽر ڀٽو جنهن جي ڇهري تي ايوب ڪابينہ مان نڪرڻ وقت ڳوڙها هئا، سو هاڻي اولهہ پاڪستان جي ٻن صوبن جومقبول ترين ليڊر بنجي ويو. مسٽر ڀٽي نهايت ذاهپ سان ملڪ جي آئيني مسئلن کي ڇيڙڻ کان پاسو ڪيو ۽ پنهنجي تقرير ۽ تحرير جو ٻورو دارومدار، ايوب جي مخالفت، پرائن

سياستدانن تي تنقيد. آفيسر شاهيءَ تي حملن. اقتصادي مسئلن. آمريڪا جي مذمت ۽ ڀارت دشمنيءَ تي رکي اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪيائين. ليڪن آئين ڪهڙو هئڻ گهرجي؟ پارلياماني يا صدارتي؟ ون يونٽ ٽٽي يا رهي، آباديءَ جي بنياد تي نمائندگي هجي يا برابريءَ جي بنياد تي؟ مسٽر ڀٽي جي لاءِ اهي مسئلا. پير جي حويليءَ وانگر هئا جنهن جي پرسان لنگهڻ کي ڏوهه سمجهيو ويندو آهي. ان ڪري ڀٽي صاحب به انهن مسئلن کي ويجهو وڃڻ، پنهنجي لاءِ گناهه ٿي سمجهيو.

ٻئي طرف شيخ مجيب الرحمان جا ڇهه نڪتا ته هئا ئي آئيني تبديليءَ جا محرڪ. انهيءَ سان گڏ شيخ صاحب جي تقريرن ۾ اڪثر پنجابين، بهارين ۽ فوجين جي خلاف سخت تنقيد ٿيل هوندي هئي. ۽ ان جو اهو نتيجو نڪتو جو پنجاب، پناهگير ۽ فوج ٽيئي، شيخ مجيب الرحمان جا دشمن بنجي پيا. هتي هيءَ ڳالهه نوٽ ڪرڻ جي لائق آهي ته مجيب کي بنگالي عوام جي تائيد ڪان سواءِ ٻي ڪا به حمايت حاصل نه هئي. تمام سياسي ادارا، مجيب الرحمان جي مخالف ۽ مسٽر ڀٽي جا حامي هئا. پاڪستان جي طاقتور پريس به شيخ صاحب جي مخالف ۽ مسٽر ڀٽي جي حامي هئي. اولهه پاڪستان جي مظلوم قومن ۽ عوام مان صرف سنڌ هئي، جتان جي.ايم.سيد جي آواز جي اخلاقي حمايت کان سواءِ، مجيب الرحمان کي ٻي ڪا به قابل ذڪر مدد نه هئي، ويندي بلوچستان جا قابل احترام ليڊر صاحبان مجيب کان وڌ وليءَ خان جي حڪمت عمليءَ جا عاشق هئا ۽ اهڙيءَ ريت اهي به پنهنجو آواز طاقتور آواز جي لهرن ۾ شامل ڪري نه سگهيا. جيڪو آواز هن ملڪ جي سياست جي تقدير جي تبديليءَ لاءِ پهريون ۽ آخري دفعو بلند ٿيو هو. بلوچن ۽ سنڌين جي انهيءَ سياسي خلم ڪاريءَ جو نتيجو هَو ڪجهه ڀوڳي چڪا آهن ۽ شايد اجان به ڀوڳڻو پوين......!!

شيخ مجيب الرحمان ۽ ذوالفقار علي ڀٽي ۾ ڪافي هڪجهڙايون به هُيون ته وري انهن ٻنهي ليڊرن جي طبيعت. تربيت ۽ ذهني لاڙن ۾ ڪافي فرق به هو. يعني ڀٽو. هڪ وڏي جاگيردار خاندان جو فرد هو ته مجيب الرحمان هڪ ننڍي، وچولي ڪلاس جو ماڻهو هو. ڀٽو. اعليٰ تعليم يافته، خوش پوش هو ته مجيب الرحمان، کي ڀٽي صاحب جي ڀيٽ ۾ ايڏي اعليٰ تعليم نه هئي ۽ نه وري هو مسٽر ڀٽي وانگر مغربي طرز جو خوش پوش ئي هو. ڀٽو سياست ۾ هر شيءَ کي جائز سمجهندو هو پر ان جي مقابلي ۾

مجيب اصولي سياست جو وڏيڪ قائل هو، مسٽر ڀٽو جيئن، تہ سياست ۾ مفاد پرستيءَ کي جائز سمجھندو هو تنهن ڪري سندس هيرو "ميڪاولي" هو ۽ مجيب الرحمان، جيئن تہ ايثار ۽ قربانيءَ جي سياست تي عمل ڪندڙ هو ان ڪري سراج الدوله، کي پنهنجو هيرو سمجھندو هو. ڀٽو، جيئن تہ سنڌ سان واسطو رکندڙ هو ۽ سنڌ جي مفاد وٽان قومپرستيءَ واري سياست هئي پر جيئن تہ اها پنجابين ۽ پناهگيرن جي مرضيءَ خلاف هئي ان ڪري ڀٽي صاحب وٽ قومي انقلابي سياست جو تصور ئي نہ هو. اهوئي سبب هوجو مسٽر ڀٽي کي قومي ادب ۽ شاعريءَ سان ڪا بہ دلچسپي نہ هئي. پر ٽيگور ۽ نذر السلام، مجيب جا ادبي هيرا هئا. جڏهن تہ پاڪستان جي سڀني زبانن مان ڪنهن بہ هڪ زبان جي هڪڙي شاعر جو ڪو هڪ شعر بہ ڀٽي کي صحيح طرح ياد نہ هو ۽ نہ وري هن جو ڪو پسنديده شاعر يا اديب ئي هو. ليڪن مجيب الرحمان، کي جڏهن ٢٥ مارچ تي گرفتار ڪيو پئي ويو تڏهن سڄي دنيا سندس زندگيءَ جي باري ۾ پريشان ٿي ويئي هئي تہ بہ مجيب جي زبان تي ٽئگور جو هيءَ خيال رقص ڪري رهيو هو تہ:

"مان جڏهن مري ويندس.!

تڏهن بہ،

هن ڌرتيءَ جي مٽيءَ سان منهنجي پيشانيءَ تي،

ابدي فتح جو نيشان اُڪريل هوندو،

فتح منهنجي آهي،

فتح منهنجي آهي......؟"

چون ٿا تہ ڀٽي صاحب، جو جڏهن آخري وقت آيو تڏهن سندس زبان تي سندس زال جي اڪيلائيءَ جو درد ڀريل تصور هو.

مسٽر ڀٽو، پنهنجي سوچن، تصورن ۽ سياسي رنگ ڍنگ، ۾ ڪو يورپي سياستدان نظر ايندو هو. جڏهن تہ مجيب الرحمان پنهنجي سوچن، خيالن، تصورن، سياسي رنگ ڍنگ ۾ هڪ غلام (ايشيائي) قوم جو هڪ سياستدان نظر ايندو هو. هن ۾ ايشيائي تصوريت پسندي، ايشيائي سادگي، ايشيائي سوز و گداز ۽ محبت آميز رومانيت پسندي هئي، اهڙي رومانيت پسندي جيڪا پاڻ مٿائي، ٻين کي جيارڻ ۽ خوش ڏسڻ چاهيندي آهي. جيڪا رومانيت اسان کي لطيف ۽ ٽئگور جي صوفيانہ قومپرستيءَ تي مبني شاعريءَ ۾نظر اچي ٿي. ڀٽو، عقليت پسند ۽ مجيب تصوريت پسند هو. مجيب اهڙو

بهادر هو. جهڙو خليفي نبي بخش، جي ڪيڏاري جو هيرو ۽ ڀٽو بہ هڪ سنڌي بهادر هو. پر ان جي بهادريءَ تي ميڪاوليت جي عقليت پسندي غالب هئي. انَ جو شايد اهو سبب هجي تہ ڀٽو پنهنجي سياسي فلسفي ۽ عملي سوچ ۾ پنهنجي مادر وطن سنڌ کان ڪٽيل هو پر مجيب جي رڳن جي رت جي ذري ذري ۾ بنگال جي محبت رچيل هئي. انهن سيني ڳالهين جي باوجود ڪيترين ڳالهيون ٻنهي ۾ هڪجهڙيون هيون. "ٻئي حوصلہ مند هئا؛ ٻئي عوامي سياست ۽ عوام سان سنئون سڌو ڳالهائڻ واري سياست جا پيروڪار هئا. پنهنجي مخالفن لاءِ ٻنهي جو انداز جارحانہ هو. ٻئي سٺا مقرر هئا. تقرير جي سلسلي ۾ هيءَ ڳالهہ ڏيان ۾ رکڻ جهڙي آهي، تہ مجيب، بنگالي ۽ انگريزي ٻنهي ۾ پنهنجي فن خطابت کي بهترين نموني سان ادا ڪري سگهندو هو. جڏهن تہ ڀٽو صاحب، پنهنجي مادري زبان ۾ هڪ ٻي ربط مقرر هو البتہ انگريزيءَ ۾ هن جي خطابت کي عالمي ادارن ۾ داد ۽ تحسين جي نظر سان ڏٺو ويندو هو. مجيب، جي تقرير ۾ پيغمبرانہ جاهہ و جلال، محب وطن انقلابيءَ جي اپيل، هڪ قومپرست جو درد دل ۽ لفظن جي رنگيني ۽ سنگيني هڪ ئي وقت موجود هئا. جڏهن تہ ڀٽي، جي تقرير ۾ جيڪڏهن ڪنهن شيءَ جي سب کان وڌيڪ گهٽتائي هئي تہ اها هئي ربط جي کوٽ. هو ٻئي خوبصورت هئا. البتہ ٻنهي جي خوبصورتيءَ ۾ هيءُ فرق هو تہ ڀٽي ۾ نزاڪت ۽ نفاست وڌيڪ هئي تہ مجيب ۾ مردانہ وجاهت ۽ وقار. جنهن سندس شخصيت کي سادگيءَ هوندي بہ انتهائي دل ڪش بنائي ڇڏيو هو. مجيب هميشه پنهنجي قومي لباس ۾ نظر ايندو هو. جڏهن تہ مسٽر ڀٽو، گهڻو ڪري مغربي لباس ۾! پر جڏهن هو پنهنجي قومي سنڌي لباس يعني شلوار، قميص پائيندو هو تہ اهو لباس سندس جسم تي انتهائي خوبصورت لڳندو هو. ڀٽي جي لباس ۾ اهڙي ڪا منفرد شيءَ نہ هئي جنهن کي ملڪ جي نوجوانن علامت طور استعمال ڪيو هجي، جڏهن تہ مجيب جي "ڪاري واسڪوٽي" ڪنهن وقت سياسي ڪارڪنن لاءِ علامت بنيل هئي. مجيب ۽ ڀٽي جو موت بہ ساڳي طاقت جي هٿان ٿيو. هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ مجيب الرحمان، کي سيني تي گولي لڳي ۽ مسٽر ڀٽي، جي ڳچيءَ ۾ ڦاسيءَ جو ڦندو پيو. جيتوڻيڪ گولي هڻندڙ ۽ ڦاسيءَ جي ڦندي کي سرڪائيندڙ ٻنهي جاين تي فوج ئي هئي.

جڏهن اوڀر پاڪستان ۾ فوجي آپريشن شروع ٿيڻ وارو هو. ان

وقت مجيب الرحمان، ڀٽي کي چيو هو ته "اڄ تون خوش آهين ته فوج منهنجي خلاف حرڪت ۾ اچي ويئي آهي. پر ياد رکجانءِ اڄ انهيءَ ديو جو شڪار آءٌ آهيان، سڀاڻي تنهنجو وارو اچڻ وارو آهي." ان وقت مسٽر ڀٽي، هن ايشيائي مزاج سياستدان جي لفظن جي صداقت تي سوچڻ ته درڪنار، پر انهن کي توجهه لائق به نه سمجهيو هو. پر چوندا آهن ته "قلندر هرچه گويد ديده گويد" ان مطابق مجيب جيڪي چئي رهيو هو سو ايشيا ۽ آفريڪا ۾ فوجي ڪردار کي سامهون رکندي چئي رهيو هو ۽ مجيب کي فوج جي متعلق جيڪوتجربو هو سو شايد ڀٽي کي نه هو. ۵ جولاءِ ۱۹۷۷ع جي شام جو خيرپور سينٽرل جيل ۾،اسان بي.بي.سي. لنڊن جي اردو سروس ۾ مجيب الرحمان جا مٿيان لفظ جڏهن ٻڌا، تڏهن اسان جي دوست ۽ مجيب جي نظرياتي مخالف مسٽر رسول بخش پليجي چيو ته "فوج ۽ مجيب ٻنهي ڀٽي کي غلط سمجهيو آهي. فوج ڀٽي سان ائين نه ٿي ڪري سگهي جيئن مجيب سان ٿيو." پليجي صاحب وڌيڪ فرمايو ته ٽين دنيا ۾ ڀٽي جي ذهانت نهرو، ناصر، نڪروما، سوئيڪارنو، ٽيٽو ۽ بن باالله ڪان مٿي آهي، انهن سڀني کي سي.آءِ.اي اوچنگارون ڏياري ڇڏيون پر ڀٽي سي.آءِ.اي کي عبرتناڪ شڪست ڏني آهي. مسٽر پليجي جي انهيءَ تبصري تي اسان جو دوست محترم سومار ٿيبو، پليجي تي گرم ٿيندي چيو هو "اهو ته وقت اڳتي هلي ٻڌائيندو ته ڀٽي، سي.آءِ.اي کي واقعي شڪست ڏني آهي يا نه"۽ پوءِ منهنجي وچ ۾ پوڻ ڪري معاملو ٺري ويو. جيڪو ذري گهٽ جهڙي تائين پهچڻ وارو هو.

آءٌ مٿي ٻڌائي آيو آهيان ته ڀٽي جي بهادريءَ تي ميڪاولي عقليت جو غلبو هو ۽ مجيب جي بهادري، خليفي نبي بخش جي ڪيڏاري جي هيري جهڙي هئي. اهوئي سبب آهي جو جڏهن بنگلا ديشي فوج بغاوت ڪري مجيب جي خوابگاهه تي پهتي ته مجيب باغي فوجين جي سامهون اچي بيٺو ۽ هنن جو هر مطالبو رد ڪري ڇڏيائين. فوجين پستول جون ڇهه گوليون سندس سيني ۾ هنيون ۽ هو اتي ڏاڪڻ تي ٺي ڪري پيو. پر جڏهن پاڪستان ۾فوج ملڪ جو انتظام سنڀالي ڀٽي، کي فون ڪيو ته ڀٽي پنهنجي ميڪاولي عقليت پسنديءَ ڪان ڪم وٺندي، پاڻ کي بچائڻ لاءِ فوج جو هر مطالبو قبول ڪيو ۽ اقتدار جي ڪرسيءَ تان دستبردار ٿي ويو. ايڏي آسانيءَ سان ڀٽي جو تخت ڇڏڻ، ڪن غيرجانبدار ماڻهن کي حيرت ۾ وڌو ته وري سندس معتقدن ۾ اها خوش فهمي پيدا ڪئي ته فوج، ڀٽي صاحب جي صلاح سان اقتدار تي

قبضو ڪيو آهي ۽ سياڻي وري اقتدار موٽائي ڏيندي. اهڙي قسم جي سوچ تي ڪا بہ ميار ڪانهي. ڇو تہ ڀٽي صاحب جي سياست انتهائي ڊرامائي سياست پئي رهي آهي ۽ هن ١٩٧٠ع جي اليڪشن کان پوءِ مشرقي پاڪستان جي دوري وقت، مجيب سان گڏ فوٽو ڪڍائيندي اخباري نمائندن کي چيو تہ "اسان ٻئي اداڪار آهيون، جنهن جيتري بهتر اداڪاري ڪئي ان اوترو وڏيک ڪاميابي حاصل ڪئي". شيخ صاحب، ڀٽي، جي انهيءَ جملي تي ناراض ٿي چيو تہ "ڀٽا صاحب! پنهنجي ڪاميابيءَ کي بهتر اداڪاريءَ جو نتيجو قرار ڏيئي، تون اسان جي بهادر ۽ باشعور عوام جي شعور ۽ سياسي سمجهہ جي توهين ڪري رهيو آهين". ان تي ڀٽي صاحب، ڦيرو ڏيندي چيو هو تہ "منهنجو مطلب شيڪسپيئر جي مشهور مقولي کي ورجائڻ هو، جنهن ۾ هن چيو هو تہ "هي دنيا هڪ اسٽيج آهي ۽ هر ماڻهو ان اسٽيج جو اداڪار آهي." ڀٽي صاحب، جي انهيءَ گفتگوءَ مان اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو تہ هو سياست ۾ ڊراما بازيءَ ۽ اداڪاريءَ جو حامي هو. انهيءَ ڊرامابازيءَ ڀٽي صاحب، جي حامين کي ڪڏهن بہ صحيح طريقي سان سوچڻ ۽ نتيجا ڪڍڻ جو شعور پيدا نہ ڪيو. خود ڀٽي صاحب سان جيڪي وهيو واپريو، تنهن کي آخري وقت تائين ڊرامو ئي سمجهيو. اردو اخبارن جي رپورٽنگ مطابق جڏهن ڪيس ڦاسي گهاٽ ڏانهن، هلڻ لاءِ چيو ويو، تڏهن بہ ڀٽي صاحب چيو تہ "بس گهڻو ڪجهہ ٿيو آهي. خدا جي واسطي هاڻي انهيءَ ڊرامي کي ختم ڪريو." پر، بدقسمتيءَ سان نہ ٥ - جولاءِ وارو ڊرامو هو، نہ وري ٤ - اپريل ئي ڊرامو هو. حقيقت ۾ ڀٽي صاحب، ٥ جولاءِ تي پنهنجي روايتي عقليت پسنديءَ کان ڪم وٺندي مزاحمت نہ ڪئي هئي، پوءِ سندس سوچ هئي تہ هينئر پاڻ بچائي، طاقت گڏ ڪري، فوجي جرنيلن تي ذهني ۽ سياسي حملو ڪجي. اهو هن آڪٽوبر واري اليڪشن جي مهم ۾ شروع بہ ڪري ڏنو هو. انهيءَ اليڪشن مهم ئي، فوجين کي پنهنجي منصوبي تي عمل ڪرڻ جو جلدي موقعو فراهم ڪيو ۽ حقيقت اها آهي تہ آزاد ٿيڻ کان پوءَ ڀٽي صاحب پنهنجي روايتي عقليت پسنديءَ کان ڪم نہ ورتو ۽ ذهني ۽ سياسي حملي ۾ انتهائي جلدبازيءَ جو مظاهرو ڪيائين. ليڪن اهو مظاهرو ڪيس آخر ڦاسي تائين وٺي ويو. بنگالي فوجين گولن جو سهارو ورتو ۽ پاڪستاني فوج قانون جي رستي تي هلي. بنگالي فوجين کي ڊپ هو تہ مجيب جيڪڏهن ڪجهہ وقت بہ جيئرو رهيو تہ بنگالي عوام، هڪ ڪروڙ ماڻهو مارائي بہ مجيب کي آزاد ڪرائي

وٺندو ۽ پوءِ اسان جو خير ڪونهي. پر پاڪستاني فوج جي اها سوچ هئي ته عالمي راءِ ۽ عوام جي ڪاٻي توڙي ساڄي ڌر جي دٻاءَ ۽ شورش کان بچڻ لاءِ اهوئي واحد طريقو آهي ته ڀٽي جي رت سان سنوان سڌا هٿ رڱڻ جي بجاءِ سندس معاملو پاڪستان جي اعليٰ عدالت جي سپرد ڪجي. گهڻو اڳي ميڪاوليءَ چيو هو ته "جيڪڏهن ڪنهن ملڪ تي زبردستي حڪومت ڪرڻي آهي ته پوءِ ان ملڪ مان اهڙيون شخصيتون هڪ ئي ڌڪ سان چونڊي ختم ڪريو جن جي چوڌاري عوام گڏ ٿي سگهي ٿو. ڪوس هڪ دفعو ڪريو، ليڪن قتل عام ۾ قسطون ڪرڻ تباهہ ڪُن ثابت ٿيندي" بنگال ۾ فوجين ائين ڪيو. هاڻي هي فيصلو وقت ڪندو ته مجيب جا دشمن داناءَ هئا يا ڀٽي صاحب جا؟

چوڻ ۾ اچي ٿو ته ڀٽو ۽ مجيب، ٻئي آمريڪي سازش جو شڪار ٿيا ۽ آمريڪي سي.آءِ.اي، سندس حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو، اهڙي ريت آمريڪي جمهوريت پسندن، ننڍي کنڊ جي هنن اهم سياسي ۽ عوامي شخصيتن کي سياسي ميدان مان ختم ڪرائي غير عوامي حڪومتن ۽ شخصيتن کي اقتدار ۾ آندو جيئن اهڙيون ڪوڪليون ۽ بي جان حڪومتون عوامي تائيد کان محروم ٿي سندن عالمي سياست جي کيڏ ۾ بي جان مُهرن وانگر استعمال ٿينديون رهن.

سڀ کان پهرين اسان کي ڏسڻو هيءُ آهي ته اُهي ڪهڙا سبب آهن جن جي ڪري وڏيون طاقتون ڪمزور ملڪن ۾ حڪومتن جا تختا اونڌا ڪرائي پنهنجي پسند جون حڪومتون قائم ڪرائن ٿيون ۽ پنهنجي پسند جي حڪومتن کان ڪهڙيون رعايتون ۽ فائدا حاصل ڪن ٿيون.

(١) وڏين طاقتن کي اهڙن ملڪن جي ضرورت پوي ٿي جيڪي عالمي ادارن ۾ سندن پاليسين جا حامي، مددگار ۽ پٺ ڀرائو هجن.

(٢) اهڙا ڪمزور ملڪ، پنهنجي حدن اندر کين سامونڊي ۽ ميداني علائقن ۾ فوجي ۽ جاسوسي اڏا قائم ڪرڻ جي اجازت ڏين.

(٣) وڏين طاقتن جي تيار مال جي نيڪال لاءِ اهي ملڪ منڊيون ٿي استعمال ۾ اچن، ۽ پڻ وڏين طاقتن کي ڪچو مال سستي اگهہ تي فراهم ڪري ڏين.

(۴) وڏين طاقتن جي مرضيءَ ۽ منشاء جي خلاف ڪنهن بہ ٻئي ملڪ سان معاشي، سياسي ۽ دفاعي طرح جي ڳا بہ ڏيتي ليتي، ڪو بہ

عهدنامون نہ ڪن ۽ ڪڏهن بہ پنهنجي پيرن تي بيهڻ جي پوزيشن ۾ نہ اچن. ڇو تہ جي ڪو بہ ملڪ پنهنجي پيرن تي بيٺو تہ اهو وڏين طاقتن جي اشاري ۽ خواهش تي هلڻ لاءِ تيار ٿي نہ ٿيندو. ان ڪري جنهن بہ ملڪ جي قيادت وڏين طاقتن کي مٿيون رعايتون ڏيڻ کان انڪار ڪندي آهي، يا آزاديءَ سان پنهنجي پرڏيهي پاليسي مقرر ۽ متعين ڪري پنهنجي قومي وقار ۽ عزت جي وات تي هلندي آهي تہ اهڙي قيادت کي فوري طور هٽايو ويندو آهي.

وڏين طاقتن مان منهنجي مراد آمريڪا آهي، هن ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي تہ روس، آمريڪا جي ڀيٽ ۾ عوامي مفادن جو خيال ڪندو آهي. پر آمريڪا جو مقصد هوندو آهي، صرف پنهنجي نمڪ حلال ۽ وفادار کي برسر اقتدار آڻڻ. پوءِ اهڙي قدم سان عوام کي ڪيترو ئي نقصان پهچي ان سان آمريڪا جو واسطو ڪونهي. پر اهو وفادار "ڪميونزم" جو مخالف ضرور هجي. هوڏانهن روس جي لاءِ اِيتري ڳالهہ ڪافي آهي تہ جيڪو گروهہ برسراقتدار رهيو آهي. سو آمريڪا، يعني سڌريل لفظن ۾ عالمي سطح تي "سامراج" جو دشمن ضرور هجي ۽ عالمي ميدان ۾ روس جي حڪمت عمليءَ کي نہ صرف جائز قرار ڏئي پر ان کي انسان ذات جي آزادي ۽ خوشحاليءَ لاءِ اُزلي، ۽ ابدي تقدير جو لکيو سمجهي. آمريڪا يا روس بهرحال هنن کي پنهنجي ملڪ جي مفاد کي پهرين اوليت ۽ اهميت ڏيڻي ٿي پوي. آمريڪا جي اهڙي قسم جي ڪار گذارين سان تقريباً اڌ صديءَ جي تاريخ ڀري پيئي آهي پر روس بہ ويجهڙائيءَ ۾ جيڪي غلطيون ڪيون آهن، سي اٿوپيا، ڪمبوڊيا ۽ يمن جي صورت ۾ ظاهر آهن.

جڏهن بنگلاديش، جي آزاديءَ جي تحريڪ شروع ٿي تہ آمريڪا جيڪو هميشہ قومي آزاديءَ جي تحريڪن جي مخالفت ڪندو رهيو آهي. تنهن بنگلاديش جي آزاديءَ جي تحريڪ جي مخالفت ڪئي ۽ روس پنهنجي روايت مطابق تہ "جنهن تحريڪ ۾ سامراج (ننڍو يا وڏو) دشمن هجي ۽ جنهن جي آمريڪا ۽ چين مخالفت ڪن تنهنجي ضرور حمايت ڪئي وڃي". سو بنگلاديش جي تحريڪ آزاديءَ جي ان ڀرپور حمايت ڪئي ۽ ان لاءِ ڀارت سان امن برقرار رکڻ لاءِ عهد نامون بہ ڪيائين. روس ۽ ڀارت جي گڏيل مدد سان بنگلاديش جي تحريڪ ڪاميابيءَ سان وڃي همڪنار ٿي. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو آزاد بنگلاديش جي حڪومت شيخ مجيب الرحمان، جي قيادت ۾ مڪمل طور روس ڏانهن جهڪيل هئي. هوڏانهن هندوستان ۾ مسز

گانڌيءَ جي حڪومت اڳيئي روس نواز هئي. ان ڪري اهو پورو خطو آمريڪا جي هٿان نڪري ويو.

آمريڪا ۾ ان وقت صدر نڪسن برسر اقتدار هو. جنهن بنگلاديش جهڙي اهم جاگرافيائي پوزيشن رکندڙ خطي ۾ هڪ روس نواز حڪومت ڏسڻ نه ٿي چاهي. صدر نڪسن، چين سان پاڪستان جي معرفت لاڳاپا درست ڪري چُڪو هو. ۽ پاڪستان ۾ ان وقت ڀٽو صاحب مڪمل طور آمريڪا ڏانهن لڙيل هو. چو ته پاڪستان جي پاليسي ساز ادارن جي دل ۽ دماغ تي بنگلاديش جي تحريڪ آزاديءَ وقت روس جو ادا ڪيل ڪردار اجان تازو هو ۽ پڻ پاڪستاني ادارن جي ذهن ۾ اها ڳالهه ويٺل هئي ته ان مجيب ڪان بهرحال انتقام وٺڻ گهرجي، جنهن مجيب پاڪستان ڪي ٻه اڌ ڪيو آهي. جيئن ته چين ۽ آمريڪا، مجيب جي روس نواز ڪردار جي ڪري اڳيئي ناراض هئا. ان ڪري ٽنهي طاقتن گڏجي شيخ مجيب جو تختو ان فوج هٿان اونڌو ڪرايو، جنهن آرميءَ ڪي مجيب آزاد ملڪ جي قومي فوج جي حيثيت ڏني ۽ پاڪستان جي جيلن مان آزاد ڪرايو هو. ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته ”مجيب ڪي ڪپڻدو هو ته جيڪا فوج مغربي پاڪستان جي جيلن مان آزاد ٿي اتي ويئي هئي، تنهن ڪي قتل ڪرائي ڇڏي ها ۽ ڪو ٻه آفيسر يا سپاهي جٽرو نه ڇڏي ها. ائين ڪرڻ سان مجيب، فوجي بغاوت ڪان هميشه لاءِ بچي پوي ها.“ ليڪن فوجي بغاوت ڪان بچڻ جو اهو طريقو انتهائي خطرناڪ ۽ مهانگو هو جيڪو مجيب، جهڙو قومپرست ماڻهو اختيار ڪري ئي نه ٿي سگهيو. البته هڪڙو ٻيو به طريقو هو ته ”جيڪا به آرمي پاڪستان جي وقت جي تربيت يافته هئي. تنهن ڪي ٽوڙي، سڀني آفيسرن ۽ سپاهين ڪي سول نوڪرين ۾ لڳائي ڇڏي ها. ۽ ملڪ جي بچاءُ سالميت ۽ امن امان جي ڪنٽرول جي ساري ذميواري ”مڪتي باهنيءَ“ جي حوالي ڪري ها. ڇو ته جيڪو عوام وڙهي ڪنهن فوج ڪان سواءِ آزادي وٺي سگهي ٿو. سو ان آزاديءَ ڪي برقرار رکي ۽ بچائي به سگهي ٿو. آزاديءَ جو حقيقي قدر انهيءَ عوام ڪي هوندو آهي، جيڪو جدوجهد ڪري آزادي حاصل ڪندو آهي.“

ٻين لفظن ۾ آءٌ چوڻ چاهيان ٿو ته ”جيڪو ملڪ هٿياربند جدوجهد ذريعي آزادي حاصل ڪري، تنهن ڪي سڀ ڪان پهريان ان فوج ڪي ٽوڙي ۽ نوڪريءَ مان برخواست ڪرڻ گهرجي، جيڪا سامراج جي فوج جو حصو

رهي هجي.“ جو تہ اُها فوج ذهني ۽ تربيتي طرح انتهائي رجعت پسند ۽ پنهنجي مزاج ۽ سوچ ۾ سخت انقلاب دشمن هوندي آهي. هوءَ انقلابي حڪومت جي طرزِ فڪر سان ڪڏهن بہ پاڻ کي هم آهنگ ڪري نہ سگهندي آهي ۽ موقعو ملندي ئي انقلابي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ عالمي طاقتن جي آلہ ڪار بڻجي ويندي آهي. باقي رهيو ملڪ جي بچاءُ جو مسئلو، سو اُهو مڪمل طرح عوامي ”سپاهہ آزاديءَ“ جي حوالي ڪرڻ گهرجي. پر ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي (ڪو ورلي) تہ جڏهن سپاهہِ آزادي، باقاعدي فوج جي صورت اختيار ڪندي آهي تہ اُها بہ قومي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ ۾ عالمي طاقتن جي آلہ ڪار بڻجي ويندي آهي. جيئن الجزائر ۾، انهيءَ آزاديءَ واري سپاهہ سندن ڪمانڊر ۽ وزير دفاع مسٽر بومدين جي قيادت ۾ بن الله جو تختو اونڌو ڪرڻ ۾ روس جي آلہ ڪار جي حيثيت اختيار ڪئي.

عام طرح سمجهيو ويندو آهي تہ بن باالله جو تختو آمريڪا اونڌو ڪرايو پر اهو صحيح نہ آهي. جو تہ بومدين، ڪڏهن بہ آمريڪي آلہ ڪار جي حيثيت ۾ ڪم نہ ڪيو ۽ هو هميشہ روس نواز ئي رهيو مرڻ گهڙيءَ تائين....!!

حقيقت هيءَ آهي تہ بن باالله، افروايشيائي اتحاد جو حامي هو ۽ ان لاءِ هن افروايشيائي، پرڏيهي وزيرن جي ڪانفرنس الجزائر ۾ ڪوٺائي هئي. جنهن ۾ چين کي نمايان حيثيت ڏني پئي وئي ۽ جيڪڏهن منهنجي يادداشت غلطي نٿي ڪري تہ انهيءَ ڪانفرنس ۾ چيني وزيراعظم آنجهاني چو اين لاءِ شريڪ ٿي رهيو هو. چين جو منصوبو هو تہ ”آمريڪا ۽ يورپ جي جهوليءَ ۾ ڪِرڻ بجاءِ آفروايشيائي ملڪ پنهنجي آزاد پرڏيهي پاليسي اختيار ڪري چين جي قيادت ۾ اڳتي وڌن.“ بن باالله ذهني طرح مائوزيتنگ کان گهڻو متاثر هو ۽ زمين جي مسئلي تي هن جا مسٽر بومدين سان سخت اختلاف هئا. ان ڪري انهيءَ ڪانفرنس جي ميزبان جي حيثيت ۾ شايد چيني منصوبي لاءِ هن جو وجود هٿي ڏيندڙ ٿئي ها. تنهن ڪري روس بن باالله جو تختو اونڌو ڪرائڻ ئي ضروري سمجهيو ۽ اُهو تختو اونڌو انهيءَ سپاهہِ آزاديءَ ڪيو، جيڪا الجزائر جي آزاديءَ لاءِ آفريڪا جي خطرناڪ جنگ وڙهي هئي. پر ائين اهڙو واقعو ڪو ورلي يعني بلڪل ٿورو ٿيندو آهي ۽ گهڻو ڪري اهو انقلاب،

سامراج جي مفادن وٽان نـ هوندو آهي.

هتي هڪڙي ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ ڪنهن بہ حڪومت جي تختي اونڌي ٿيڻ يا بحران پيدا ٿيڻ لاءِ رڳو عالمي طاقتن کي جوابدار نهرائڻ سان هڪ خطرناڪ رجحان جنم وٺندو آهي تہ بحران پيدا ٿيڻ يا حڪومت جي تختي اونڌي ٿيڻ لاءِ جيڪي اندروني عوامل هوندا آهن، تن کي عام طرح نظرانداز ڪيو ويندو آهي ۽ منهنجي خيال ۾ فوجي حڪومت اچڻ لاءِ اصل ميدان اهي اندروني (خلفشار) عوامل ئي تيار ڪندا آهن.

بهرحال مجيب انهيءَ آرميءَ کي ختم نہ ڪيو جيڪا هتان پاڪستان مان ويئي هئي ۽ جنهن مجيب جو تختو اونڌو ڪيو. بنگلا ديش جي اڳوڻي ڪرنل "طاهر" فوجي ٽربيونل آڏو بيان ڏيندي، جتي شيخ مجيب الرحمان جي خامين ۽ بنگلاديش جي فوج جي ڪردار جو ذڪر ڪيو آهي اتي هن شيخ مجيب الرحمان جي تختي اونڌي ٿيڻ ۽ مجيب الرحمان جي خاندان جي بي رحمانہ ۽ سفاڪانہ قتل ۾ پاڪستان ۽ آمريڪا کي ملوث ڪندي لکيو آهي تہ: "پاڪستان جو وجود ئي نفرت ۽ ڪينہ پروري جي جذبن سان نهيل آهي ۽ هن پنهنجي انهيءَ نفـــرت ۽ ڪينہ پروريءَ کي پورو ڪرڻ لاءِ بنگلاديش جي باباءِ قوم کي قتل ڪرائڻ ۾ اهم سازشي ڪردار ادا ڪيو آهي. جنهن کي معاف ڪري نٿو سگهجي."!!

جيستائين جناب ڀٽي جي خلاف آمريڪي سازش جو تعلق آهي تہ ان باري ۾ ان سازش تي سوچڻ کان پهرين هيءَ ڳالهہ ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ ڀٽي صاحب جي خلاف پاڪستان قومي اتحاد جي جهنڊي هيٺ هلندڙ تحريڪ حقيقت ۾ جاگيردارن ۽ اڀرندڙ سرمائيدارن جي خلاف، اجاره دار سرمائيدارن جي تحريڪ هئي. جو تہ هي اهو طبقو هو جنهن کي ڀٽي صاحب جي دور حڪومت ۾ سڀ کان وڏيڪ نقصان پهتو هو. اهو اجاره دار سرمائيدار، ايوب خان جي دور جي پيداوار هو ۽ ملڪ جي پوري معاشيات تي قابض هو ۽ "ٻاويهہ خاندان" جي اصطلاح سان مشهور هو. ڀٽو حڪومت، حقيقت ۾ جاگيردارن ۽ اڀرندڙ سرمائيدارن جي نمائنده حڪومت هئي جنهن کي اهو اجاره دار سرمائيدار، ڪنهن بہ صورت ۾ قبول ڪري نٿي سگهيو، ڇو تہ اهڙي حڪومت جو وجود انهيءَ طبقي جو پنهنجو موت هو.

دنيا جي تاريخ جو اهو دستور رهيو آهي تہ جڏهن بہ جاگيرداري ۽

سرمائيداريءَ جو ٽڪر ۽ تصادم ٿيو آهي. تڏهن سرمائيدار طبقي جو نعرو جمهوريت ۽ جاگيردار طبقي جو نعرو مذهب رهندو آهي ۽ انهن جي جهيڙي ۾ سوڀ سرمائيدار جي ٿي آهي. جيڪو جاگيردار جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ترقي پسند هوندو آهي پر هتي معاملو بلڪل ابتڙ هو جتي جاگيردار جمهوريت ۽ سوشلزم جو نعرو هڻي رهيو هو ۽ سرمائيدار، جمهوريت ۽ مذهبي نظام حڪومت جو جهنڊو کڻي هلي رهيو هو. نتيجي ۾ جاگيردار کي شڪست آئي. پر ان سان گڏوگڏ سرمائيدارن، جمهوريت کي به آواره ڇوڪريءَ وانگر اغوا ڪيو. جنهن جو اڄان تائين ڪو به پتو ڪو نه پيو آهي نه وري ڪا خبر آهي ته ڪهڙي ڪوني تي تماشاين کي خوش ڪري رهي آهي ۽ پنهنجي مشتاقن کي ديدار ڪرائيندي يا پٺي سڪائيندي رهندي! باقي رهيو اهو مسئلو ته ڀٽي صاحب جي دور ۾ جمهوريت هئي يا نه؟ ان سوال تي سوچڻ، وقت وڃائڻ جي برابر ٿيندو، ڇو ته هڪ جاگيردار کان جمهوريت ۽ جمهوري آزادين جي اُميد رکڻ ٻڪرن کان بير گهرڻ جي برابر ٿيندو. ان ڪري ڀٽو طبقاتي توڙي ذهني لحاظ کان مڪمل طور هڪ جاگيردار هو ۽ انهيءَ طريقي سان هن حڪومت به ڪئي. ڀٽي جي طرز حڪومت، مختلف صوبن جي قومپرستن ۽ سوشلسٽن کي سندس مخالفت بنائي وڌيو هو.

ٻئي طرف آمريڪا جون همدرديون به انهيءَ تحريڪ سان هيون ۽ هن ڪليل طريقي سان ان تحريڪ جي حمايت ۽ مدد ڪئي ان جو سبب هيءُ هيو ته صدر ڪارٽر جي اليڪشن جي ميدان ۾ اچڻ کان اڳ ڀٽو صاحب، فرانس کان هڪ ايٽمي ري ايڪٽر حاصل ڪري چُڪو هو ۽ ڪارٽر پنهنجي اليڪشن مهم ۾ ايٽمي هٿيارن کي روڪڻ واري پروگرام کي وڏي جوش سان کنيو ۽ ان سلسلي ۾ هن پاڪستان کي ملندڙ فرانسيسي ايٽمي ري پروسيسنگ پلانٽ روڪائڻ جو واعدو، فرانس جي حڪومت تي دٻاءَ وجهڻ بجا. ڪارٽر، ڀٽي صاحب جهڙي سرڪش ليڊر کي هٽائڻ ضروري سمجهيو. ان سلسلي ۾ هڪ پروگرام ترتيب ڏنو. جنهن تي "انسان جي بنيادي حقن جي حفاظت" جو نالو ڏنو ويو ۽ سندس چوڻ هو ته انساني حق سڀ کان وڌيڪ ڪميونسٽ ملڪن ۽ نام نهاد سوشلسٽ ملڪن ۾ پائمال ٿي رهيا آهن.

ڪارٽر جيئن ته بنيادي طرح مذهبي (يهودي) ماڻهو آهي. ان ڪري هن جي نظرِ ڪرم سري لنڪا کان وٺي اسرائيل تائين مذهبي جماعتن تي پئي

۽ انهن ملڪن جي سيڪيولر ۽ نيم مذهبي جماعتن کي مذهب ۽ جمهوريت جي نالي تي متحد ٿيڻ جو مشورو ڏنو ويو. انهن ملڪن مان مسز بندرانائيڪي، مسز اندرا گانڌي وغيره ته شرافت سان هٽي ويون، تن جو ته ٿيو خير، باقي ڀٽي صاحب، ڪارٽر جي منصوبي جي مزاحمت ڪئي. جنهن جو نتيجو ظاهر آهي ته اهو نڪتو جيڪو ننڍين قومن جي ليڊرن جو نڪري سگهي ٿو.

بهرحال ڀٽي ۽ مجيب جي زندگيءَ جي خاتمي جو سبب ڪجهه اندروني ۽ ڪجهه بيروني هو ۽ ٻئي طوفاني ليڊر، انهيءَ فوج هٿان ختم ٿيا جنهن فوج کي هڪڙي پاڪستان جي قيد مان آزاد ڪرايو هو ۽ ٻئي پارت جي قيد مان! مجيب کي پاڪستان جي جيل ۾ فوجي حڪومت ختم ڪري نه سگهي هئي تنهن کي خاندان سميت، بنگالي فوج ختم ڪري ڇڏيو ۽ جنهن ڀٽي کي بلوچن جا قاتلانا حملا ختم ڪري نه سگهيا تنهن جي قاسيءَ جي حڪم کي ان فوجي جنرل توثيق ڪئي،جنهن کي ڀٽي صاحب پاڪستاني فوج جو سربراهه بنايو هو!!.

ڀٽي ۽ مجيب ۾ هڪ ٻي به خاصيت هڪ جهڙي هئي. اُها هيءَ ته، ٻنهي جو حافظو انتهائي تيز ۽ يادگيريءَ جي قوت حيرت انگيز هئي. ڀٽي صاحب، سان جيڪو به ماڻهو هڪ دفعو مليو ته صرف ان جو نالو، پر شڪل ۽ ذات به ياد ٿي ويندي هيس، ساڳي حالت مجيب جي به هئي. هنن ٻنهي کي ڪيترن ماڻهن جا نالا ۽ مهاندا ياد هئا، ايترا شايد ئي ڪنهن ٻئي ماڻهو کي ياد هجن!. مون کي ياد آهي ته مجيب الرحمان نوابشاهه جي پريس ڪلب ۾ وينو هو ته دادوءَ جو هڪ هندو منوهر لال نالي عوامي ليگ جي ڪارڪن سان اندر داخل ٿيو ته مجيب اُٿي خوش ٿيندي چيو "آئو منوهر ڪيا حال هے" . اهڙيءَ ريت ڀٽي صاحب سان به ڪي ماڻهو هڪ دفعو مليا هوندا ته هن اسٽيج تي بيهي اهڙن ماڻهن کي پري بيٺل ڏسي، نالا وٺي سڏي اسٽيج تي اچڻ لاءِ چيو هوندو.

آئون پنهنجي زندگيءَ ۾ انهن ٻنهي ليڊرن سان مليس. انهن کي ڏٺم، مجيب الرحمان سان هڪ پورو ڏينهن گڏ هوس ۽ ڀٽي سان صرف اڌ ڪلاڪ لاءِ مليس. ٻنهي ملاقاتن جو تفصيل ايندڙ صفحن ۾ پيش ڪري رهيو آهيان.

# 1

٣٠ - جون ١٩٧٠ع جي هڪ سونهاري صبح جو ذڪر آهي. آءُ پنهنجي هجري ۾ وينو مهاتما گانڌيءَ جي آتم ڪهاڻي پڙهي رهيو هوس تہ مدد علي سنڌي، مهر علي مرزا، يعقوب آرزو ۽ دوست علي چانڊيو، سهڪندا منهنجي هجري ۾ آيا. اچڻ شرط چوڻ لڳا تہ اُٿ! اڄ توکي اهڙي شخصيت ڏيکارڻ وٺي ٿا هلون، جيڪا تنهنجي زندگيءَ ۾ هڪ تاريخي ۽ يادگار بڻجي وڃي. منهنجي گهڻي اصرار جي باوجود هنن پنهنجي ڊرامائي انداز ۾ ڪا بہ تبديلي نہ آندي ۽ مون کي مجبوراً هنن سان گڏ وڃڻو پيو. اسان روانا ٿياسين پر مون کي ڪا خبر نہ هئي تہ مون کي ڪيڏانهن وٺي وڃي رهيا آهن ۽ اها ڪهڙي شخصيت آهي، جيڪا ڏيکارڻ چاهين ٿا. انهيءَ حالت ۾ حيدرآباد جي ريلوي اسٽيشن تي پهتاسين. ٽڪيٽ وٺڻ کان پوءِ هنن دوستن مون کي ٻڌايو تہ ”اڄ شيخ مجيب الرحمان، سيد ظفر علي شاھہ جي دعوت تي نوابشاھہ وڃي رهيو آهي. پاڻ سڀ هتان کان شيخ مجيب سان گڏجي نوابشاھہ هلنداسون. جتي شام جو شيخ صاحب جي تقرير ٿيندي. ان کان پوءِ اتي رات جو ون يونٽ، ٽٽڻ جي خوشيءَ ۾ جشن ٿيندو ان ۾ شريڪ ٿينداسون.“ ان ڳالهہ ٻڌڻ شرط منهنجي خوشيءَ جي ڪا بہ حد نہ رهي، ڇو تہ مون کي زندگيءَ ۾ جن ماڻهن جي ڏسڻ جو بيحد شوق ۽ تمنا رهي آهي. انهن ۾ هڪ شخص سان آءُ ان وقت تائين بہ ٽي دفعا ملي چڪو هوس، سو هو محترم سائين جي.ايم.سيد. ٻي شخصيت هئي شيخ صاحب جي، جنهن سان ملڻ جو موقعو ملي رهيو هو ۽ ٽيون هو جناب بادشاھہ خان، جنهن سان ملڻ جو اڃان تائين موقعو نہ مليو آهي (١) اهي ٽيئي شخصيتون ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين هن دور ۾ منهنجي ذهن، فڪر ۽ سوچ جي سلسلي تي اثر انداز ٿيون آهن ۽ مون پنهنجي آئيڊيل جي هڪ جهلڪ هڪ پرتوو ۽ هڪ جلوو انهن ۾ موجود پئي سمجهيو آهي.

ٽڪيٽ وٺي اسان پليٽفارم تي پهتاسين. جتي گاڏي اڳ ۾ ئي اچي

---

(١). مصنف جي هاڻ ڪافي پيرا خان بادشاھہ سان ملاقات ٿي چڪي آهي. پبلشر.

ڇُڪي هئي ۽ اسان کي اها بوگي ڳولڻ جي ڪا بہ ضرورت محسوس نہ ٿي، جنهن ۾ بہ ممتاز ۽ مقبول، متنازع شخصيتون سفر ڪري رهيون هيون يعني جي.ايم.سيد ۽ مجيب الرحمان. ريلوي پليٽفارم جو منظر ڏسي مون کي ڏاڍو افسوس ۽ ارمان ٿيو. ڇو تہ اتي ڪو بہ استقبالي هجوم نہ هو، نعرا نہ هئا. عوام جا انبوهہ نہ هئا، بينر نہ هئا ۽ نہ ئي پوليس جا حفاظتي دستا. اهو منظر ڏسي مون کي سال بہ اڳ جا بہ واقعا ياد آيا.

هڪ دفعو جڏهن مسٽر ذوالفقار علي ڀٽو، مير رسول بخش جي دعوت تي اچي رهيو هو. ان وقت بہ آءُ مهر علي مرزا، سان گڏ پليٽفارم تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ٿيو هوس پر اتي عوام جي ايڏي تہ گپا ڳيهہ لڳي پئي هئي جو آءُ پنهنجي چمپل کان محروم ٿي ويس. انهيءَ هجوم ۾ آءُ ۽ مهر علي هڪ ٻئي کان وڇڙي وياسين ۽ شام کان اڳ ملي نہ سگهياسين.

ٻيو دفعو ”چٽان“، جو ايڊيٽر شورش ڪاشميري، ڪراچي جيل مان آزاد ٿي، سياري جي رات ۾، رات جو ٢-وڳي ڪراچيءَ کان لاهور وڃي رهيو هو. ڏار ڏار مختلف پارٽين هن جي استقبال ڪرڻ جي اپيل ڪئي هئي. مهر علي مرزا، مون کي اتي وٺي هليو هو. رات جو ٢-وڳي بہ حيدرآباد ريلوي اسٽيشن جو پليٽفارم استقبالي هجوم جي نعرن سان گونجي رهيو هو ۽ عوام جو هڪ سيلاب هو جيڪو جنوريءَ جي سرديءَ جي سختيءَ کان بيپرواهہ ٿي، اسٽيشن تي پلتجي پيو هو. پر اڄ جڏهن شيخ مجيب الرحمان ۽ جي.ايم.سيد پليٽفارم تي موجود هئا پر ڪو بہ استقبال ڪندڙ هجوم نہ هو.

چاچا ڪريمڏني جي روايت مطابق گهڻو اڳي ”سڀاش چندر بوش“ اتان متيو هو تہ اسان خاڪسارن جي هڪ جيش بوش کي عالمي فوجي سلامي ڏني هئي پر اڄ بنگال جو نئون سڀاش بابو، سنڌ جي انهيءَ گذر گاهہ تان متي رهيو هو جنهن تان ڪڏهن سيد احمد شهيد ۽ سيد اسماعيل شهيد متيا هئا، پوءِ انهيءَ رستي تي گانڌي، نهرو، آزاد ۽ علي برادران جي فڪر ۽ سوچ جون ڪيترين ٿي شمعون ٻريون ۽ اجهاميون هيون. ان جاءِ تي نہ اڄ ميرن جا وڏين ٽوپين وارا ڏيا دار سپاهي موجود هئا نہ وري کاڏي پوش ڪانگريسي ۽ نہ وري ستاري واريورديءَ وارا خلافتي ۽ نہ وري خاڪسارن جو ڪو جيش. انهيءَ منظر کي نظر انداز ڪري اسان شيخ صاحب واريءَ بوگيءَ ۾ داخل ٿياسين. دروازي جي ڀرسان واري ڪمپارٽمينٽ ۾ سائين جي.ايم. سيد ۽ سيد محمد شاهہ ٻاٽوٽ وارا ويٺل هئا. ٻئي نمبر ۾ عوامي

ليگ اوپر پاڪستان جو صدر قمرالزمان ۽ ٽئين نمبر ۾ شيخ مجيب الرحمان، ريشمي گائون پايو ويٺو هو. انهيءَ لباس ۾ هو مون کي مغل شهزادو دارا شڪوهہ لڳو، پر پوءِ فوراً منهنجي ذهن بنگال جي سرزمين ڏانهن ڦيرو ڪاڌو ۽ مون بنگال جي جوان همت شهزادي سراج الدولہ، کي مجيب الرحمان جي روپ ۾ ڏسي ورتو. هو ان وقت نيرن ڪري واندو ٿيو هو. اتي اسان کي ڏاڍي اڪير سان مليو.اسان جي خوشيءَ جو تہ ڪو بہ اندازو ئي نہ هو. ڇو تہ اسان اڄ هڪ اهڙي شخصيت سان مليا هئاسون، جيڪا بنگال جي عوام جي تاريخي جدوجهد جي وارث هئي، جنهن شخصيت جي تعمير ۽ تشڪيل ۾ سراج الدولہ، مجنون شاهہ، ڪامران شاهہ، حاجي شريعت الله، ڏوڏو ميان، ٽيٽو مير، سڀاش چندر بوش، سي.آر.داس، ڪلپنادت، سهروردي، ٽيگور، نذرالاسلام جي قربانين، ڪاوشين ۽ فڪري بلندين حصو ورتو هو. بنگال جو جادو سندس زبان تي ناچ ڪندو هو. سندس ڳالهين ۾ بنگال جي سٽيءَ جي خوشبوءِ هئي. سندس ارادو بنگال جي تاريخ وانگر اڻ مٽ هئو. انهيءَ تاثر کان پوءِ مجيب الرحمان سان اسان جي ڪچهري شروع ٿي. مصيبت اها، جو اسان مان انگريزي صرف مهر عليءَ کي ڳالهائڻ ۽ سمجهڻ ۾ آئي ٿي پر گفتگوءِ جو آغاز حسب دستور مدد عل سنڌيءَ ڪيو. آءٌ تہ خير انگريزيءَ جي اي.بي.سي بہ نہ ڄاڻان پر حال مون واري يار ۽ اسان جي وفد جي اڳواڻ مدد علي سنڌيءَ جو بہ پورو سارو هو. هاڻي حالت هيءَ هئي جو مجيب الرحمان کي پوري روانيءَ سان اردو نہ اچي ۽ مدد علي (قائد ـ وفد) سميت اسان کي انگريزي سمجهہ ۾ نہ اچي. شيخ صاحب انگريزيءَ ۾ ڳالهائي رهيو هو ۽ مدد علي صرف ييس ـ نو ۾ مصروف. نيٺ اسان مان ڪنهن هڪ همت ڪري پنهنجي اڻڄاڻائيءَ جو اقرار ڪندي، شيخ صاحب کي عرض ڪيو تہ "اسان کي انگريزي سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي" . تنهنڪري اردوءَ جو مهرباني ڪري بيڙو بوڙيو تہ اسان بہ سمجهہ جا جهول ڀريون. انهيءَ وچ ۾ اسان مان هڪ جي سنڌي ٽوپي ڪٺي شيخ صاحب پنهنجي مٿي تي رکي ۽ شايد وينل طفيل هو تنهن کان بنگاليءَ ۾ پڇڻ لڳو تہ " هن ٽوپي ۾ آءٌ ڪيئن ٿو لڳان" طفيل چيو تہ: "توهان کي هيءَ ٽوپي نهي ڪا نہ ٿي". اتي مون عرض ڪيو تہ "سائين هيءَ ٽوپي نهيل ئي سنڌي مردن جي مٿي لاءِ آهي" منهنجي ان چوڻ تي مجيب، ٽوپيءَ تان ڌيان هٽائي مون ڏانهن ڏسي هڪدم چيو:

"تم بلكل ٹهيک بولتا هے ، هر ملک کي لباس اُس ملک کے

انسانون کے ليئے هوتا هے".

ڪجهه اُن قسم جي گفتگوءَ کان پوءِ، ڳالهه مرڪز، سنڌ ۽ بنگال جي سياست تي اچي بيٺي.

مجيب الرحمان، جي انهيءَ دوري کان اڳ پير صاحب پاڳاري، چام صادق عليءَ، کي ڍاڪا موڪلي شيخ صاحب کي يقين ڏياريو هو ته "اسان پنهنجي ساٿين سميت عوامي ليگ ۾ شامل ٿي رهيا آهيون." چام، اهو پيغام شيخ صاحب، کي پهچائي اڃان ڪراچيءَ پهتوئي مس هو ته پير صاحب، قيوم مسلم ليگ ۾شامل ٿيڻ جو اعلان ڪيو. پير صاحب، جي انهيءَ ڦيريءَ متعلق جڏهن اسان شيخ صاحب کان پڇيو ته، هن صاحب وراڻيو "توهان جو پير اوهان کي جيڏو طاقتور نظر اچي ٿو، حقيقت ۾ هو ايڏو سياسي طور بهادر نه آهي. مون ٻڌو ۽ پڙهيو آهي ته سندس والد انتهائي دلير ۽ سامراج دشمن هو. پر هيءُ پير، مريدن جي هيڏي جانثار طاقت هوندي به اسلام آباد، جي ڪرسيءَ جي سامهون سياسي طرح انتهائي ڪمزور آهي. سو اهڙو ماڻهو عوامي ليگ جهڙي انقلابي جماعت ۾ ڪٿي هلي سگهندو." شيخ صاحب مزاحيه انداز ۾ چيو ته پائي! "توهان کي خبر آهي ته پير صاحبن کي الهام ٿيندو رهندو آهي. هن پهرين سوچيو ته پاڪستان جي ايندڙ حڪمران پارٽي عوامي ليگ آهي اُن ڪري منجهس شامل ٿيڻ گهرجي. پر اوچتو اسلام آباد جي فوجي ڪرسيءَ وٽان ڪيس الهام ٿيو ته "عوامي ليگ کي ڪنهن به صورت ۾ اقتدار نه ملندو، تون عوامي ليگ مان نڪري اچ ۽ قيوم ليگ ۾ شامل ٿي." سو پيرن کي الهام تي عمل ڪرڻ فرض هوندو آهي جيڪڏهن پنهنجي الهام تي پاڻ عمل نه ڪن ته سندن بزرگي ختم! سو پير صاحب پاڳاري به الهام تي عمل ڪيو ۽ عوامي ليگ کي ڇڏي ويو. ٿوري دير رکي، شيخ صاحب انتهائي رنجيده لهجي ۾ چيو! ته:" خدا، هن ملڪ ۾ خاص ڪري سنڌ جي حال تي رحم ڪري، جتي شينهن جي ڪَلَ ۾ لڪل گدڙ، قوم جي قيادت ڪرڻ لاءِ نڪري ايندا آهن."!!

شيخ صاحب بس ٿي مس ڪئي ته اسان جي ساٿي مهر علي مرزا چيس "سائين اهو پير صاحب جو اندازو صحيح هو ۽ حقيقت ۾ توهان ته پاڪستان جي مستقبل جا وزيراعظم آهيو." شيخ صاحب جواب ڏنو ته: "نوجوان! تون پنجابين جي ذهنيت کان واقف ناهين. هن وقت ئي پنجابي جرنيلن ۽ بيوروڪريسيءَ جي وچ ۾ سازش تيار ٿي چڪي آهي ته ڪنهن به

صورت ۾ مجيب الرحمان کي اقتدار نہ ڏنو ويندو. ڇو تہ مجيب الرحمان جو مرڪز ۾ اقتدار ۾ اچڻ پنجابي مستقل مفاد جي دائمي ڦرلٽ لاءِ خطري جي گهنٽي آهي ۽ هو فيصلو ڪري چُڪا آهن تہ عوامي ليگ کي اقتدار مان ٻاهر رکڻ لاءِ جيڪڏهن ٥ ـ لک ماڻهو مارڻا پيا تہ بہ هنن جي خيال ۾ اهو سودو سســـتــو آهي. پر سنڌي نوجوان ٻڌي ڇڏ تہ هن وقت ست ڪروڙ بنگالي منهنجي مُٺ ۾ آهن ۽ جيڪو بہ رستو اختيار ڪرڻ لاءِ هنن کي چوندس ان رستي تي هلڻ لاءِ بنگال، ها منهنجي سونار بنگلہ جو هر مرد ۽ عورت تيار آهي. ان ڪري آئون ڏهہ لک ماڻهن جي قرباني ڏيئي بہ پنجابي تسلط ختم ڪندس. پر مون کي افسوس رڳو اهو آهي تہ هي جنگ جيڪا جمهوريت لاءِ آهي، جيڪا هڪ مخصوص سامراجي ٽولي جي بالادستيءَ جي خاتمي لاءِ آهي. هن ملڪ جي قومن جي وچ ۾ حقيقي برادري ۽ برابري يعني هڪجهڙائي پيدا ڪرڻ لازمي آهي. اُن جنگ ۾ سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد مان مون کي ڀرپور مدد، تائيد ۽ حمايت نہ ملي رهي آهي. ولي خان چوي ٿو تہ "آئون ڇهن نڪتن جي حمايت ڪري پناڻ نيڪيدار ۽ مزدور جو ڪمايل پيسو جيڪڏهن سنڌ ۾ رهڻ ڏيان تہ سرحد جو عوام ڪٿان کائيندو؟ خير، ولي خان کي تہ پوءِ بہ بهانو ملي ويو آهي. پر سنڌي عوام ۽ بلوچ ليڊرن جي ڇهن نڪتن کان دوري، سا ڳالهہ مون کي سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي." شيخ صاحب وڌيڪ چيو تہ "اڄ ملڪ ۾ ڪجهہ ڪميونسٽ ۽ ڪي آواره مزاج ترقي پسند قومي جمهوريت جي ڳالهہ ڪري رهيا آهن تہ ملڪ جي سيني مسئلن جو حل، قومي جمهوريت قائم ڪرڻ ۾ آهي. آئون اڄ تائين انهن جي مبهم اصطلاح جي حقيقي روح کي سمجهي نہ سگهيو آهيان تہ هن گهڻ قومي رياست ۾ ڪهڙي قسم جي قومي جمهوريت قائم ڪرڻ ٿا چاهين. حالانڪہ هن ملڪ ۾ قومي جمهوريت نہ پر بين الاقوامي جمهوريت جي ضرورت آهي. هتي نہ صرف، اليڪشن، ووٽ، جماعت سازي، لکڻ ۽ ڳالهائڻ جي آزادي ۽ انساني حقن جي احترام جي ضرورت آهي، پر هتي قوم جو قوم مٿان، تعداد، صلاحيت، طاقت، نسل، زبان ۽ نظرئي جي آڌار تي تسلط ختم ٿيڻ گهرجي ۽ قومن جو باهمي لاڳاپو، باهمي احترام تي قائم ٿيڻ گهرجي".

شيخ صاحب، جي اُن چوڻ تي مرزا چيو تہ "توهان هاڻي هاڻي ٻڌايو تہ هڪ قوم جو ٻيءَ قوم جي مٿان تعداد جي آڌار تي تسلط ختم ٿيڻ گهرجي تہ پوءِ اوهان آباديءَ جي بنياد تي نمائندگيءَ جي گهر ڪري بنگالي

قوم جو دائمي تسلط باقي ٻين قومن مٿان ڪرڻ ٿا چاهيو. سو آخر ڇو؟ شيخ صاحب، چيو تہ "انهيءَ تسلط جي خلاف ڇهن نڪتن ۾ مؤثر ضمانت ڏنل آهي."

شيخ صاحب، جو اهو جواب سراسر سياسي هو. جنهن مان اسان جو دوست مطمئن نہ ٿيو." تنهن چيو تہ: "شيخ صاحب، معاف ڪجو! ڇهہ نڪتا مون پڙهيا آهن. انهن ۾ ون يونٽ ٽوڙڻ جو تہ ذڪر ئي ڪونهي. اهي صرف مغربي پاڪستان جي استحصالين کان مشرقي پاڪستانين کي بچائڻ جو هڪ ذريعو ۽ بنگالين جي حڪومت قائم ڪرڻ جو هڪ منشور آهي. پر اسان آباديءَ جي بنياد تي نمائندگيءَ تي ان ڪري اعتراض نہ ڪيو آهي، ڇو جو اسان کي بنگالين جي نيت تي اعتبار آهي ۽ اهي گهٽ ۾ گهٽ پنجابين کان گهٽ خطرناڪ آهن."!

مرزا جي انهيءَ ڳالهہ جو شيخ صاحب، جواب ڏيئي ئي ڏئي تہ ان کان اڳ ۾ ڪا اهڙي ريلوي اسٽيشن اچي ويئي جتي گاڏي بيهي رهي. ان پليٽفارم، تي ڪافي تعداد ۾ ماڻهو شيخ صاحب، لاءِ مرحبائي نعرا هڻي رهيا هئا. شيخ صاحب، دٻي جي دروازي ڏانهن وڌندي، سائين جي.ايم. سيد کي چيو تہ "سائين اوهان بہ دروازي ڏانهن هلو." سائين ۽ شيخ صاحب دٻي جي دروازي تي پهتا. شيخ صاحب عوام کي مخاطب ٿيندي چيو: "آءٌ اوهان جو شڪر گذار آهيان، جو اوهان تڪليف وٺي منهنجي مرحبا لاءِ آيا آهيو. آءٌ اوهان کي صرف هڪ ڳالهہ ٻڌائڻ چاهيان ٿو. اها اِها تہ پنجاب جي ڦورو ٽولي جي پاليسي بنگال ۽ سنڌ جي باري ۾ مختلف آهي. انهيءَ ڦورو ٽولي فيصلو ڪري ورتو آهي تہ بنگالين کي تشدد جي ذريعي ختم ڪيو وڃي. ڇو تہ بنگالي عوام سياسي شعور جي ان منزل تي پهتل آهي، جو ڪنهن بہ فريب، مڪر، چالبازيءَ ۽ ٺڳيءَ جي ذريعي بنگال جي عوام کي محڪوم رکڻ هاڻي پنجابي حڪمران ٽولي لاءِ ممڪن ئي ڪونهي. البت سنڌ جي باري ۾ هنن جي پاليسي ذرا مختلف آهي. حڪمران ٽولي گذريل ۱۴ - سال هن بدنصيب خطي تي ون يونٽ جي ذريعي حڪومت ڪئي آهي. ۽ اڄ جڏهن ون يونٽ جو ظالمانہ نظام هن شخص (سائينءَ ڏانهن اشارو ڪندي) جي ڏاهپ واري دليرانہ جدوجهد ذريعي ختم ٿي رهيو آهي تہ هنن اهڙي چال اختيار ڪئي آهي، جنهن جي ذريعي نئين ون يونٽ ۾ سنڌي رضاڪارانہ طور تي پنجابين وٽ پاڻ کي گِروي رکي ڇڏين. اڳيون ون يونٽ قانون جي آڌار تي

بينل هو ۽ هيءُ ون يونٽ جيڪو صرف سنڌ ۽ پنجاب تي مشتمل هوندو، سو هڪ شخص ۽ پارٽيءَ جي بنياد تي بينل هوندو تہ جيئن اوهان يعني سنڌي ان شخص ۽ پارٽيءَ جي سحر ۾ گرفتار ٿي پنهنجو سڀ ڪجهہ لٽائيندا رهو. هنن ان پارٽيءَ ۽ شخص کي جيڪا جائز ۽ ناجائز پبلسٽي (شهرت) ڏياري، اوهان جي ذهن تي شراب جي نشي وانگر مسلط ڪري ڇڏيو آهي. ان مان مون کي شڪ ٿو پوي تہ سنڌ کي غلام رکڻ لاءِ مستقبل قريب ۾ پنجابين کي شايد ئي ڪا گولي استعمال ڪرڻي پوي!. ۽ جڏهن اها شخصيت پنجابين لاءِ مفيد نہ رهي تہ ان کي هٽائي ان جي آل ۽ اولاد جي ذريعي سنڌ کي لٽيندا. آءٌ اوهان کي اهو چوندس تہ هن شخص ( سائينءَ ڏانهن اشارو ڪندي) کي سڃاڻو، جيڪو اوهان جي وجود جي زنده رهڻ جي علامت آهي."

ٽرين رواني ٿي، پليٽفارم پٺتي رهجي ويو. مون دريءَ ڏانهن ڏٺو، ٻاهر ٣٠ - جون جو سج ون يونٽ جي خاتمي جو پيغام کڻي انقلاب جي جهنڊي وانگر بلند ٿيندو پئي ويو. منهنجي ذهن ۾ شيخ صاحب جي سياسي چنڊ چاڻ جو اکر اکر چيلاٽي وانگر ڏنگ هڻي رهيو هو تہ ڇا چوڏهن سال جدوجهد، بيشمار انسانن جون ڪوششون ۽ ڪشالا، نوجوان ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن جون قربانيون رائيگان وينديون! ڇا جدوجهد جي ميدان ۾ اسان جيڪي ڪجهہ حاصل ڪيو آهي، سو سياسي چالبازين ۾ شڪست کائي وڃائي ڇڏينداسين.

ٽرين ڊوڙندي رهي، تاريخ بہ ائين ڊوڙندي آهي. جيڪي ماڻهو تاريخ جي ان ڊوڙ جو ساٿ نٿا ڏين، سي حقيقت ۾ سڀ ڪجهہ وڃائي ويهندا آهن، ويندي پنهنجي وجود تائين.....!!

اڄ جڏهن پيٽي جي لاش کي اردو اخبارون پنهنجي وڪري لاءِ ۽ پنجابي سياستدان ڦرلٽ جي استحڪام لاءِ استعمال ڪري رهيا آهن، ان وقت مون کي شيخ مجيب الرحمان جي سياسي چنڊ چاڻ حرف بہ حرف سچي نظر اچي رهي آهي، ۽ اسان سنڌين جهڙي طرح ٩ سال اڳ ۾ ڪنهن ڏاهپ واري ڳالهہ نہ ٻڌڻ جو قسم کڻي ڇڏيو هو، ساڳيءَ طرح اڄ بہ اسان پنهنجي وجود جي ڀلائيءَ ۽ بچاءُ واري هر ڳالهہ نہ ٻڌڻ ۽ نہ سمجهڻ جو ڄڻ تہ قسم کڻي ڇڏيو آهي -!؟

آئون انهن سوچن ۾ غرق رهيس، گاڏي پنهنجي مقرره رفتار سان هلندي رهي، ڏينهن گرم ٿيندو ويو. ان سان گڏ شيخ صاحب جي گفتگو ۾

ٻہ ٽرين جي رفتار ۽ سج جي گرميءَ واري رواني ۽ گرمي ايندي ويئي. دوست مختلف سوال ڪندا ويا ۽ شيخ صاحب بنا ڪنهن رڪ رڪاءَجي کليل طرح جواب ڏيندو رهيو. اسان شيخ صاحب جي پرجوش ۽ حب الوطنيءَ جي خوشبوءِ سان واسيل گفتگوءِ جي سحر ۾ ايڏو تہ جڪڙجي وياسين جو خبر ئي ڪانہ پيئي تہ ڪهڙي وقت گاڏي نوابشاھہ ريلوي اسٽيشن تي پهتي ۽ اوچتو پليٽفارم "سنڌ بنگال دوستي زنده باد"- "امار نيتا، تمار نيتا مجيب الرحمان، مجيب الرحمان" - "اسان جو رهبر، توهانجو رهبر جي.ايم.سيد، جي.ايم.سيد" جي نعرن سان گونجي پيو. شيخ صاحب ٽرين جي دروازي تي سائين جي.ايم.سيد سان گڏجي بيٺو ۽ ماڻهن جي نعرن جا هٿ لوڏي جواب ڏيندي چيو: "توهانجي محبت وارن جذبن جو آئون قدر ٿو ڪريان، آئون هڪ مظلوم قوم ۽ ڏٽڙيل خطي جي عوام جي محبت ۽ مدد جو هٿ ڪٽي سنڌ ۾ آيو آهيان، آئون سنڌ جي عوام کي اهو ٻڌائڻ آيو آهيان تہ اچو تہ هن ظلم ۽ ستم جي خلاف سنڌي ۽ بنگالي گڏجي جدوجهد ڪريون. مون سيد صاحب کان سياسي تعليم ورتي آهي، آئون اڄ عوامي مقبوليت جي جنهن معيار تي آهيان، اُن معيار تي پهچڻ لاءِ آئون سيد صاحب جي تعليم ۽ مشورن جو شڪرگذار آهيان. اوهان سنڌي خوش قسمت آهيو جو قدرت اوهان کي اهڙو ليڊر عطا ڪيو آهي، جنهن کي ڪائي طاقت جهڪائي نٿي سگهي ۽ ڪائي دولت خريد نٿي ڪري سگهي. اوهان کي جيڪڏهن سنڌ بچائڻي آهي تہ هن شخص جي قيادت ۾ متحد ٿي جدوجهد ڪريو. آزادي آسمان مان ڪرندي ناهي پر اُن سرزمين مان ڪنول جي گل وانگر ڦٽندي آهي، جنهن کي انساني خون جو ريج ڏنو ويو هجي. پير ۽ اليڪشني ليڊر صرف پنهنجي پڳ ۽ ڪرسي بچائڻ لاءِ قومن کي نيلام ڪندا آهن. پر انقلابي عوامي ۽ بهادر قومون پنهنجي ڌرتيءَ ۾ انساني سسين جو روئبو ڪري پنهنجي مادر وطن جي آزادي ۽ قومي وقار کي ايتري بلنديءَ تائين ڪٽي ويندون آهن، جتي ڪنهن بہ چوڏري ۽ فوجي جرنيل جي گولي پهچي ئي نہ سگهندي آهي.....!! جئي سنڌ. جيئي بنگلا ديش".

شيخ صاحب تقرير ڪري هيٺ لٿو. عوام جو چڱو هجوم هو جو نوابشاھہ ۾ مختلف تنظيمن شيخ صاحب جي استقبال لاءِ اپيلون ڪيون هيون. استقبالي ڪارروايون مان واندو ٿي شيخ صاحب ريسٽ هائوس هليو ويو، جو اُتي سندس رهائش جو انتظام ڪيو ويو هو ۽ اسان سيد امداد

محمد شاهہ جي جاءِ تي هليا وياسين.

ٻن پهرن جي ماني جو انتظام ڪلب ۾ هو. مانيءَ جي وقت شيخ صاحب ڪلب ۾ پهتو. اسان بہ رڙهي وڃي ڪلب ۾ پهتاسين، جتي هڪ آرٽسٽ پہ تصويرون ڪٽي آيو. هڪ تصوير سنڌ ۽ بنگال جا نقشا هئا. سنڌ جي نقشي ۾ سائين جي.ايم.سيد ۽ بنگال جي نقشي ۾ شيخ مجيب الرحمان بيٺل هئا. ٻئي هٿ وڌائي اتحاد جي علامت طور ملي رهيا هئا، تہ ٻي تصوير ۾ پاڪستان جي نقشي جي چوڌاري هڪ زنجير ڏيکاريل هئي ۽ پرسان شيخ مجيب الرحمان ڪهاڙو ڪٽي ان زنجير کي ٽوڙي رهيو هو. اها زنجير علامت هئي فوجي آمريت جي نشانيءَ جي ۽ مجيب کي آمريت جو مخالف بنائي پيش ڪيو ويو هو. ماڻهن کي ٻئي تصويرون گهڻيون پسند آيون، خاص ڪري سنڌ ۽ بنگال واري تصوير. تصويرن جي معائني ڪانپوءِ راڳ جي محفل شروع ٿي جنهن ۾ استاد منظور علي خان ۽ فقير عبدالغفور آيل هئا ۽ انهي راڳ جو انتظام آل پاڪستان عوامي ليگ جي نائب صدر "محترم قاضي فيض محمد صاحب" جي طرفان ڪيو ويو هو. راڳ جي محفل ۾ چونڊ ماڻهن کي شريڪ ٿيڻ جي دعوت ڏني ويئي هئي. ان ڪري گهڻي رش ۽ گوڙ کان صاف ماحول ۾ فقير عبدالغفور، شيخ اياز جي مشهور وائي "سهندو ڪير ميار او يار" شروع ڪئي ۽ جڏهن هو "نيٺ تہ ڊهندي، ڪيسين رهندي دوکي جي ديوار او يار" تي پهتو، تڏهن ان جو ترجمو سائين جي.ايم.سيد شيخ صاحب کي ٻڌايو تہ شيخ مجيب الرحمان، زور سان تاڙيون وڃائي چوڻ لڳو تہ :"گِرِ گئي، گِرِ گئي" . محفل گرم ٿيندي ويئي، راڳيندڙ جو آواز شعلا وسائڻ لڳو ۽ اسانجي ان وقت جي انقلابي شاعر جا لفظ اهڙا تير، ٻرڇيون ۽ ڀالا هئا جن تي راڳيندڙ جي جذبي جي باهہ جون چڻيون ۽ چيرا هئا. اياز جي اها وائي ان وقت قومي تحريڪ جي پانڌيئڙن لاءِ هڪ رجز هئي. جيڪا ڪنهن بہ همسفر. ساٿيءَ جي حوصلن کي پست ٿيڻ نہ ڏيندي هئي ۽ اها شاعري ساڳئي وقت تي هڪ ڪڪر هئي جنهن جي ڇانوَ ۾ هلندي قومي ڪارڪن، حاڪم ڌرين جي ڏاڍاين جي گرمائش کي برداشت ڪندا هئا. ٻڌندڙن جي شوق، ولولي ۽ بي پناهہ اُڪير ۽ اتساهہ واري داد، فقير عبدالغفور کي موج ۾ آڻي ڇڏيو ۽ هن انهن لفظن کي بلڪل واضح ڪرڻ شروع ڪيو، جن کي شاعر انهيءَ ۾ حسن پيدا ڪرڻ لاءِ جاڻي واڻي مبهم بنائي ڇڏيو هو.

فقير عبدالغفور کان پوءِ راڳ جي دنيا جي شهنشاهہ ۽ آواز جي

ولايت جي مالڪ، استاد منظور علي خان کي ڳائڻ لاءِ عرض ڪيو ويو. اهو عرض محترم قاضي فيض محمد راڳيندڙن جي مخصوص آواز ۽ انداز ۾ ڪيو. استاد منظور علي خان پنهنجي تمام صلاحيتن سان ڳائڻ لڳو. پوري فضا استاد جي آواز جي جادوءِ سان منڊجي ويئي. ائين پئي محسوس ٿيو ته هيءَ آواز ڌرتيءَ جي پاتال مان اُڀري سڄي پولار کي پنهنجي نئين نِڪور خوشبوءِ سان واسي رهيو هو. شيخ صاحب جي هٿ ۾ پريل پائيپ هو، سو هٿ ۾ ئي رهجي ويو. استاد جو راڳ سانوڻ مينهن جيان هو، جيڪو جڏهن وسڻ جا ويس ڪندو آهي، تڏهن ڪيتريون اڪڙيون ڏيئڙا ٻنجي ويندڙيون آهن ۽ ڪيتريون دليون مُڪڙيون بنجي جهومنديون آهن. سڄي محفل جون دليون ۽ دماغ، ساز ۽ استاد جي آواز سان گڏ هلي رهيا هئا ته اوچتو استاد منظور علي خان، شيخ مجيب الرحمان کي مخاطب ٿي چيو ته "سائين، لطيف سائين، هيءَ بيت اوهان لاءِ چيو آهي :

"سڪر سيئي ڏينهن جي گهاريا مون بند ۾،
وسايم وڏ ڦڙا متي مارڙين مينهن،
نيئر منهنجو نينهن، اُجاري اڄو ڪيو. (شاهه)

سائين جي.ايم.سيد لطيف جي انهيءَ بيت جو انگريزيءَ ۾ ترجمو شيخ صاحب کي ٻڌايو ته شيخ صاحب استاد منظور علي خان کي مخاطب ٿي چيو: "خانصاحب، لطيف، اهو شعر منهنجي لاءِ نه پر جي.ايم.سيد لاءِ چيو آهي. جنهن زندگيءَ جو منهنجي عمر جي اڌ برابر حصو جيل ۾ گذاريو آهي ۽ آئون سياسي ميدان ۾ ثابت قدميءَ لاءِ شاهه صاحب کي پنهنجو رهبر ۽ رهنما سمجهان ٿو."

شيخ صاحب ڳالهائي بس ڪيو ته، استاد منظور علي خان، وري شاهه سائينءَ جو هيءَ بيت پڙهيو:

واجهائي وطن کي جي آئون هِت مياس،
ته گور منهنجي سومرا ڪج پنهوارن پاس،
ڏج ڏاڏائي ڏيهه جي، منجهان ولڙين واس،
مُيائي جياس، جي وڃي مڙهه مليرِ ڏيءِ. (شاهه)

سائين جي.ايم.سيد انهيءَ بيت جو انگريزيءَ ۾ ترجمو شيخ صاحب کي ٻڌايو. شيخ مجيب الرحمان تي شاهه سائينءَ جي شاعريءَ جي لفظن جي ترنم ۽ استاد جي آواز اڳيئي جادو ڪري ڇڏيو هو. تنهن جو متئين وطن

پرستيءَ واري بيت جو مفهوم سمجهيو، سو جذبات ۾ ڀرجي اُٿي بيهي تاڙيون وڄائي، سائينءَ ڏانهن انتهائي جذباتي انداز ۾ مخاطب ٿي چوڻ لڳو:
”شاهه صاحب! جڏهن سنڌ ۾ اهڙي شاعر موجود آهي ته پوءِ هن سرزمين جي مردن ۾ نئين زندگي ڇو نه ٿي پيدا ٿئي. سياسي قبرستان ڇو نه ٿو نعرن ۽ للڪارن سان گونججي!“.

سائين جي اکين ۾ ڳوڙها هئا. شيخ صاحب جو هڪ هٿ سيد جي ڪلهي تي هو ٻيو راڳيندڙ ڏانهن. ماڻهو سڀ حيرت ۽ وجد ۾ هئا. شيخ مجيب الرحمان کي ڪنهن به جواب ڪو نه ڏنو ته: ”اي ٽيگور جي گيتن جي ڌرتيءَ جا انسان، هي سنڌ ۽ لطيف جي بدقسمتي آهي جو لطيف جي انهيءَ شاعري کي مردن جي جياپي جو ذريعو بنائڻ بدران، ٻن سئو سالن تائين لطيف جي بيتن کي ڌوپ ۽ ڪافور جو واس ڏيئي، جيئرن کي مردو بنائڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي ۽ اهو سيد ئي آهي، جنهن پهريون دفعو لطيف رحه جي بيتن تان ڌوپ ۽ ڪافور لاهي انهن جي ڳچيءَ ۾ آزاديءَ ۽ زندگيءَ جي گلن جا هار وڌا آهن.“ (١)

راڳ جي محفل پوري ٿيڻ کان پوءِ پورو قافلو ريسٽ هائوس ڏانهن روانو ٿيو، جتي شيخ صاحب، کي آرام ڪرڻو هو. ريسٽ هائوس ۾ آرام ڪرڻ کان اڳ شيخ صاحب سان گڏ ڪجهه گروپ فوٽو ڪڍرايا ويا. اهي فوٽو شيخ صاحب، جي ذاتي فوٽو گرافر مصطفيٰ ڪڍيا. ١٧ ـ ١٨ سالن جو هڪ خوبصورت نوجوان هو. جيڪو هر وقت شيخ صاحب، سان گڏ هو. هنجي ذمي اهو ڪم هو ته هو شيخ صاحب جي مغربي پاڪستان جي پوري دوري جي فلم تيار ڪري، بنگال جي ڌار ڌار اخبارن کي اُنهن جون ڪاپيون فراهم ڪري. اُنهيءَ معاملي ۾ مصطفيٰ ايڏو ته برجستو ۽ ڦڙتيلو هو جو شيخ صاحب جي ڪا به اهم چرپر هنجي ڪيمرا جي نظر کان ٻاهر ڪا نه ٿي رهي. شيخ صاحب سندس ڪمَ محنت ۽ هوشياريءَ کان ڏاڍو متاثر هو ۽ شايد سندس قافلي ۾ مصطفيٰ، اڪيلو ماڻهو هو جنهن کي شيخ صاحب وڏيڪ ڀائينيون ٿي. شيخ مجيب الرحمان سان گڏ آيلن مان مصطفيٰ ئي اڪيلو

---

(١) مصنف جو اشارو سائين جي.ايم. سيد جي لکيل ڪلاسيڪي نوعيت واري ڪتاب ”پيغام لطيف“ طرف آهي.

هو. جنهن اسان سان بي تڪلفيءَ واري ماحول ۾ ڪچهريون ڪيون ۽ شيخ صاحب، جي مشرقي پاڪستان جي جلسن جي متعلق ڪيترا واقعا ۽ لطيفا ٻڌائيندو رهيو. انهيءَ دوري کان پوءِ مصطفيٰ کي اسانجي دوستن مان ڪنهن به ڪو نه ڏٺو ۽ نه ئي انجي باري ۾ ڪا معلومات ملي. گروپ فوٽو به سندس ڪئميرا ۾ رهيا.

اڄ جڏهن آئون هي سٽون لکي رهيو آهيان تڏهن اُهو بنگالي مصطفيٰ نوجوان مون کي ياد اچي رهيو آهي. خبر ناهي ته هو جيئرو به آهي يا بنگال جي آزاديءَ واري شاندار جنگ ۾ ڪم اچي ويو.......!!

هيءَ ڪيڏي نه حيرت انگيز ڳالهه آهي ته جنهن شخص تاريخي دؤر کي پنهنجي خوبصورت نگاهه ۽ ڪومل هٿن ذريعي تصويرن ۾ محفوظ ڪري ڇڏيو، سو پاڻ اڄ گمناميءَ ۾ آهي ۽ مون کي معلوم ناهي ته بنگال جي تاريخ آزاديءَ جي ڪنهن ڪتاب جي ڪنڊ ۾ اُن مصطفيٰ جونالو به هوندو يا نه.....!! ممڪن آهي ته هو اڄ آزاد بنگلاديش جي ناريلن، سٽيءَ ۽ سارين جي خوشبوءِ سان مهڪيل سرزمين جي ڪنهن ڪنڊ ۾ پنهنجو ڪو اسٽوڊيو کوليو پنهنجي عظيم شهيد ليڊر، جي خوبصورت تصويرن سان دل کي وندرائيندو هجي،! يا ڪنهن اهڙي جاءِ تي ابدي سُڪون ۾ ستو پيو هجي، جتي ڪنهن به اهڙي شيءِ جو گذر نه ٿيندو هجي جنهن کي مصطفيٰ، پنهنجي نگاهه ۾ محفوظ ڪري سگهي...!!

"بر مزار ما غريبان نه چراغ و نه گلي،
نه پر پروانه سوزد نه صدائي بُلبلي".

"اي بنگال جا هلندڙ ڦرندڙ جادو! تون جتي به هُجين ۽ جنهن به حال ۾ هجين، سنڌ جي هن شخص جي دل جي رت ۾ ٻڏل عقيدت ۽ احترام جا جذبا، خدمت ۾ حاضر آهن. جنهن وٽ پنهنجي محسن ۽ پيارن کي آڇڻ لاءِ اُنهن جذبن کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ناهي!! جيڪي جتي ڪٿي ڪوڙي سڪي وانگر قبوليت جو درجو ماڻي نه ٿا سگهن. تاهم هن جي جهوليءَ ۾ جذبن جي اُنهن ڪومائل گلن کان سواءِ ٻيو آهي به ڇا؟".

اگهيو ڪائو ڪڇ، مائڪن موٽ ٿي،
پلئه پايو سچ، آڇيندي لڄ مران.

شام جو ضلع نوابشاهه عوامي ليگ، طرفان هڪ عام جلسي جو

انتظام ڪيو ويو هو، جنهن ڪي شيخ مجيب الرحمان خطاب ڪيو. شيخ صاحب جي تقرير اردوءَ ۾ هئي ۽ سنڌ جي ڀهراڙيءَ جو ماڻهو ان تقرير تي پنهنجي جوش ۽ جذبي جو گهڻ اظهار ڪري رهيو هو. عوام جي انهيءَ سرد مهريءَ تي عوامي ليگ - بنگال جا ورڪر، ڪجهه ناراض ٿي پيا ته ”سنڌي، شيخ صاحب کي پسند نه ٿا ڪن.“ ليڪن حقيقت ائين نه هئي، ڇاڪاڻ ته بنگالي عوام ۾ سياسي شعور ۾ تمام متانهون هو. هن جي زندگي ڳتيل هئي. شــهري زندگيءَ جا رهاڪو هئڻ ڪري بنگالي جلسن ۽ جلوسن کي منظم ڪرڻ، انهن کي نعرن ۽ تاڙين جي ذريعي، ڪامياب ڪرڻ ڄاڻندا هئا. بنگالين ڏيڍ سئو سالن کان جلسن ۽ انتخابي جلوسن جي ذريعي سياست ڪئي هئي. ان جي ڀيٽ ۾ سنڌي، جيڪي جلسي ۾ موجود هئا، سي گهڻو ڪري ڳوٺن جا رهاڪو ۽ نوابشاهه جي سيدن جا هاري هئا جن کي جلسي جي تعداد وڌائڻ لاءِ آندو ويو هو. انهن کي اها خبر نه هئي ته جيڪا ڳالهه دل کي وڻي تنهن جو داد، ڳاٽي کي ڪيئن ۽ مقرر کي، کهڙيءَ ريت ملڻ گهرجي. ان کان سواءِ شيخ صاحب جي جلسي کي ناڪام بنائڻ لاءِ جماعت اسلاميءَ جي ڏاڙهي پوش غنڊن سان گڏ، ڪن چين ۽ روس نواز ڪامريڊن به پنهنجي وسان ڪين گهٽايو هو.“!

شيخ صاحب کان اڳ ۾ سائين جي.ايم.سيد صاحب تقرير ڪئي جنهن پاڪستان جي ان وقت جي سياسي صورتحال، رجعت پسند پارٽين جي ڪردار، ملڪي مسئلن جي حل لاءِ ڇهن نڪتن جي اهميت تي روشني وڌي، سائين جي.ايم.سيد، کان پوءِ شيخ مجيب الرحمان تقرير ڪئي. شيخ صاحب چيــو ته: ”آئون پنجاب وڃي رهيــو آهيــان، جتي منهنجي هڪ هٿ ۾ ست ڪروڙ بنگالي عوام جي خوشحاليءَ جو جهنڊو هوندو، جيڪو سراج الدوله جي شهادت کان هن وقت تائين بنگالي عوام جي شاندار بهادرانه، جدوجهد جي علامت ۽ نشاني آهي ۽ اهو بنگالين منهنجي هٿ ۾ اُن ڪري ڏنو آهي جو هنن جي خواهش آهي ته اهو جهنڊو ڪڏهن به نه جهڪي ۽ ٻئي هٿ ۾ امن، دوستي، ڀائيچاري ۽ گڏجي گذارڻ جي علامت طور سٽيءَ جو گل آهي. هاڻي اهو پنجابين تي منحصر آهي ته هو منهنجي هن پيشڪش کي قبول ڪن ٿا يا سٽيءَ جي گل جي موٽ ۾ گولي ٿا ڏين. آءٌ سمجهان ٿو ته پنجابي امن، دوستي ۽ ڀائيچاري واري پيشڪش جي موٽ ۾ گل نه پر گولي ڏيندا.! ڇو

تہ ڪا بہ حاڪم قوم، محڪوم ۽ مظلوم قوم سان دوستي ۽ ڀائيچارو رکڻ پنهنجي قومي بي عزت سمجهندي آهي. البت جيستائين محڪوم قوم ۾ سياسي شعور نہ هوندو آهي، ان وقت تائين حاڪم قوم ڀائيچاري ۽ دوستيءَ جي مڪر، فريب ۽ ٺڳيءَ جو چار پکڙيندي آهي. پر جڏهن محڪوم قوم انهيءَ ٺڳيءَ کي پوريءَ ريت سمجهيو، تڏهن ظالم سڀ پردا لاهي پنهنجي اصلي روپ ۾ نِروار ٿيندو آهي. اڄ بنگال جي عوام سڀڪجهہ سمجهي ورتو آهي ۽ حاڪمن جي ٺڳيءَ واري سياست ناڪام ٿي چُڪي آهي.ان ڪري هاڻي هو (پنجابي) گولي استعمال ڪرڻ ڪان سواءِ رهي نہ ٿا سگهن. پر اسان حجت پورو ڪنداسين.

جيتوڻيڪ اسان کي پڪ آهي تہ ظالم ۽ مظلوم جو، حاڪم ۽ محڪوم جو، آقا ۽ غلام جو، اتحاد صرف ڏاڍ ذريعي ئي ٿيندو آهي. ۽ ها جيستائين اهي خاصيتون، ڪن قومن ۾ موجود آهن، تيستائين باهمي احترام ۽ گڏيل جدوجهد وارو اتحاد ممڪن ئي ڪونهي. ”اڄ دنيا جوڪو بہ داناءُ ويٽنام ۽ آمريڪا جي اتحاد جي ڳالهہ نہ ٿو ڪري.“

اسان جو اتحاد ان وقت تائين ممڪن ئي نہ آهي، جيستائين پنجاب پاڻ کي آقا سمجهندي، باقي صوبن کي غلام سمجهڻ واري روش ترڪ نہ ٿو ڪري. جهڙي ريت ڪي ملڪ صرف پنهنجو پاڻ کي دنيا ۾ اڪيلو جمهوريت ۽ آزاديءَ جو علمبردار سمجهي، ٻي سڄي دنيا کي زوريءَ پنهنجي نظريہ تي هلڻ لاءِ مجبور ٿا ڪن. ساڳيءَ ريت پنجاب اڪيلو پاڻ کي پاڪستان ۽ اسلام جو محافظ سمجهي باقي صوبن کي سيڪت ڏيڻ لاءِ پاڻ کي خدا طرفان مقرر ڪيل ٿو سمجهي. اهي شخص پاڻ کي اسلام جو علمبردار ٿا سمجهن ۽ پوءِ رات ڏينهن اسلام، جي مقدس نالي ۾، اسان جي گلا ٿا ڪن. حالانڪہ رسول ڪريم صلعم جن فرمايو: ”الگيبت (غيبت) اشد من الجنا (زنا) يعني گلا زنا کان بہ وڌو گناهہ آهي“ پر هنن پنجابين کي ان ڳالهہ جي ڪا بہ پرواهہ ناهي.“

آءُ سنڌ جي ماڻهن ڏانهن حقيقي دوستي ۽ محبت جو هٿ وڌايان ٿو. اسان جو اتحاد ئي حقيقي اتحاد آهي. ڇو تہ اسين ٻئي مظلوم آهيان ۽ جڏهن مظلوم هڪ ٿي ويا تہ پوءِ هو گهڻي دير تائين مظلوم ۽ محڪوم نہ ٿا رهي سگهن. دنيا جي سڀني مظلومن کي اها ڳالهہ محسوس ڪرڻ گهرجي. مظلوم

ئي حقيقي طرح هڪبئي جي مدد ڪري سگهن ٿا. آءٌ قسم کڻي چوان ٿو ته جڏهن به سنڌ تي ڏکيو وقت آيو ۽ سيد صاحب جي جماعت مون کي سڏيو ته آءٌ ان وقت پيرين اگهاڙو سنڌي عوام جي مدد لاءِ پهچندس. ان جي موٽ ۾ آءٌ سنڌي عوام کي درخواست ڪندس ته ڏکئي وقت ۾ اهي به اسان جي مدد ڪن. اج ون يونٽ تٽي رهيو آهي ان لاءِ آءٌ يحيٰ خان، کان مطالبو ڪندس ته هو ون يونٽ ٽوڙڻ سان گڏ، سنڌ کي تمام وسيلن ۾ مناسب حصو ڏئي ۽ پاڻيءَ جي معاملي ۾ سنڌ کي ورهاڱي کان اڳ واري فيصلي موجب حصو ڏنو وڃي. آخر ۾ آءٌ اوهان کي پنجابين کان هوشيار رهڻ جي اپيل ڪندس. اوهان ٿورو ان ڳالهه تي سوچيو ته جڏهن پاڪستان جي اڪثريت يعني بنگالين سان، پنجابين جي اها روش آهي ته پوءِ ان وقت جو تصور ڪريو جڏهن، فرض ڪريو بنگالي الڳ ٿي ٿا وڃن ته پوءِ باقي صوبن جو پنجابي ڪهڙو حشر ڪندا."

اهڙيءَ ريت يادگار سفر (اسان جي لاءِ) مجيب الرحمان جي مٿين لفظن تي پورو ٿيو ۽ اسان رات جو موٽي حيدرآباد آياسين.

آءٌ اڄ ڏينهن تائين سوچيندو رهندو آهيان مجيب الرحمان جي هنن لفظن تي، ته "اڄ جو ڪو به داناءُ ويٽنام ۽ آمريڪا جي اتحاد جي ڳالهه نه ٿو ڪري." صرف ويٽنام ۽ آمريڪا ڇو! دنيا جي انقلابي قومي تحريڪن جي اڳواڻن ڪڏهن به حاڪم ۽ محڪوم قومن جي هڪ پارٽي نه ٺاهي آهي. مثال طور، ڪڏهن به الجزائر جي انقلابين ۽ فرانس جي ترقي پسند پارٽين جو هڪ جهنڊيءَ هڪ نعري ۽ هڪ منشور تحت، متحده محاذ نه ٺهيو آهي. ڪڏهن به گني بسائو جا انقلابي، پورچوگيز انقلابين سان هڪ محاذ ۾ شامل نه ٿيا آهن. ڪڏهن به انگولا جي حريت پسندن، پرتگال جي، ڪميونسٽ پارٽيءَ سان صرف وڏيرا شاهيءَ جي خاتمي لاءِ ۽ انگولائي قوم جي وجود کي تسليم ڪرڻ وارن نقطن تي اتحاد نه ڪيو آهي ۽ نه وري ڪڏهن چيني هٿياربند دستن، جپاني دهشت پسندن سان هڪ جهنڊي ۽ پروگرام تحت ڪو ناهه ڪيو. حقيقت هيءَ آهي ته "جڏهن ڪا به قوم غلام بنجي ويندي آهي. ان وقت مسئلو غلام قوم جي وجود کي صرف لفظي طرح تسليم ڪرڻ نه پر ان قوم جي مڪمل آزاديءَ جو هوندو آهي."

ڪي ماڻهو ٿرڊ انٽر نيشنل جو حوالو ڏيندا آهن جيڪا مختلف

ڪميونسٽ پارٽين جي گڏيل ڪانفرنس ھئي ۽ نہ ھڪ پارٽيءَ جي. ان ڪان سواءِ ان جو نالو "ٽرڊ انٽرنيشنل ھو" ۽ نہ پاڪستان عوامي تحريڪ يا پاڪستان پيپلز پارٽي. ان ھوندي بہ اھي ڪميونسٽ پارٽيون گھڻو ڪري يورپي ملڪن جون انقلابي، نيم انقلابي ۽ سوشلٽ پارٽيون ھونديون نہ ايشيا ۽ آفريڪا جي محڪوم ملڪن جي آزاديءَ واري جدوجھد جون علمبردار انقلابي پارٽيون. "اسان کي خبر آھي تہ جنھن بہ فنڪار، قلمڪار، سياستدان ۽ دانشور جو رشتو جڏھن پنھنجي ماڻھن کان ڪٽجي ويو ۽ جنھن جا پير پنھنجي سرزمين تان اکڙي ويا، جنھن جي روح کي وڻي کان پوءِ ڌرتيءَ جي ڪنواري جسم مان نڪرندڙ خوشبوءِ، سرھو ۽ سڳنڌ پريو نہ ٿي بنائي سگھي تہ ان فنڪار جو روح، اوجھڙ ۾ پٽڪندو رھندو ۽ ان جي تحرير ۽ سوچ ۾ اھا بيقراري نہ ھوندي، جيڪا وڇڙيل ٻار کي ماءُ جي ھنج لاءِ ھوندي آھي. پر ھن جي دل ۽ دماغ ۾ ڪائنات جي حسن جي ڪا بہ جھلڪ پنھنجو ديرو بنائي نہ ٿي سگھي. پنھنجي عوام کان ڪٽيل سياستدانن جي سياست تہ فنڪار جي آفاقيت، بيوقوفانہ بين الاقواميت ھوندي ۽ اھا ايتري ئي توجھہ (ڌيان) لائق آھي، جيترو ڪنھن چرئي جو پيار."

ھن دور ۾ دنيا جي ھر ملڪ طرفان عالمي امن ۽ ڀائيچاري جون اپيلون، دانھون ۽ تقريرون روزمرھہ جو رواج بنجي ويون آھن. انھن ملڪن ۾ اھي ملڪ ۽ قومون بہ شامل آھن جن جا گدام موتمار ۽ ھلاڪت خيز ھٿيارن سان پريا پيا آھن. اھي ملڪ ۽ رياستون بہ آھن جيڪي سڄي دنيا تي نظرين ۽ سائنس جي بالادستي ۽ خوشحاليءَ جي آڌار تي، ھڪ ھٽي قائم ڪيو وينا آھن ۽ اھڙا بہ سائينءَ سنواريا آھن. جيڪي ملڪن، قومن ۽ عوام جي وسيع طبقن کي محڪوم ۽ غلام رکيو وينا آھن. اج عالمي طاقتن جي حالت ھيءَ آھي تہ ڪنھن بہ خطي ۾ جيڪڏھن سندن مرضيءَ جي خلاف ڪائي حڪومت موجود آھي تہ ان کي ختم ڪرڻ لاءِ پنھنجون فوجون ۽ ھٿيار موڪلڻ ۾دير اصلي نہ ٿيون ڪن. اھڙين حالتن ۾ امن قائم ٿيڻ جي اُميد رکڻ، بلڪل ائين آھي جيئن ستر سال جي عورت مان ٻار جي اُميد رکڻ. منھنجي خيال ۾ "ھن دنيا اندر ان وقت تائين امن جو سج اُڀري نہ سگھندو جيستائين ھن ڪائنات ۾ ڪنھن بہ قسم جي غلامي ۽ غلبو موجود آھي."!

## ٢

اسان ڪراچي جيل ۾ هڪ سال کان بند هئاسون. هڪ مهيني کان اسان جون حاضريون بند هيون. ڀاهر عوام ١٩٧٧ع واري اليڪشن جي نالي ۾ اگهاڙي فريب جي خلاف سراپا احتجاج بنجي گولين جو بک ٿي رهيو هو. اليڪشن ۾ ڌانڌلين جي بهاني قومي اتحاد (پي.اين.اي) جي غلاف ۾ ملڪ جو عوام پنهنجي شهري، سماجي ۽ انساني حقن جي جنگ وڏي حوصلي سان وڙهي رهيو هو. ڪشمور کان ڪراچيءَ تائين، مردن، عورتن، ٻارڙن، ٻڍن، گنجن، انڌن ۽ ڪدڙن جي جلوسن ۽ احتجاجن ٻاهرين مدد جي سهاري سان، وقت جي برسر اقتدار حاڪم جي آپيشاهيءَ ڪي لوڪ شاهيءَ جي مڪمل گهيري ۾ آڻي ڇڏيو هو. چئني طرفن کان گولين، رت، باهه ۽ دونهين جو وحشيانه ناچ جاري هو. عوامي احتجاج جي وڏندڙ سيلاب (ٻوڏ) کي روڪڻ لاءِ ڪرفيوءَ جي ذريعي بند ٻڌڻ جي ڪوشش ڪئي پيئي ويئي. ان وقت ڪراچيءَ ۾ ڪرفيو هو، شاهراهن تي فوج گشت ڪري رهي هئي. گهٽين ۾ پوليس ۽ ٿاڻن جي لاڪ اپ ۾ قيدي هئا، جيل ڀرجي ويا هئا، اسان جو ٻاهرين دنيا سان رابطو صرف ”جنگ ۽ هلال پاڪستان“ اخبارن ۽ تحريڪ دوران قيد ٿي ايندڙ قيدين سان يا وري هڪ ٻيند ڪٽاري ريڊئي ذريعي قائم هو.

اسان ڪراچي جيل جي وارڊ نمبر ١٣ ۾ هئاسون. جيڪو جيل جي سيني وارڊن کان چڱو وارڊ هو (هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته ان جون ديوارون جيل جي وڏي ديوار کان ٿوريون ئي ننڍيون آهن ۽ اهوئي وارڊ جيل اندر وري ٻيو جيل آهي)، پي.اين.اي جي سيني ليڊرن کي پهرين اُن وارڊ ۾ آندو ويو هو. جتي اسانجي ملاقات انهن سان اهڙي عجيب اتفاق سبب ٿي. اسانکي پي. اين. اي جي جن ليڊرن سان ملڻ جو اتفاق ٿيو تن ۾ شيرباز مزاري، مولانا نوراني، پروفيسر غفور احمد. شاهه فريدالحق، محمدو اعظم فاروقي، محمد حسن حقاني، محمودالحق عثماني. سيد منور حسن ۽ ڀوپالي سرفهرت آهن. مزاريءَ ڪانسواءِ ٻيا سڀ اسانجي وارڊ ۾ رهندا هئا. مزاري ته جيترا ڏينهن

هو. رات جو ڪچهري ڪرڻ لاءِ ايندو هو. مير رسول بخش ٽالپر به روزانو رات جو انهن ڪان يارهين وڳي تائين پنهنجي وارڊ مان اُتي اسان سان ڪچهريءَ لاءِ ايندو هو. چوڌري ظهور الاهي ۽ جسارت وارو ايڊيٽر صلاح الدين قريشي ۽ مزدور ليڊر ڊاڪٽر اعزاز نذير ته تمام گهڻو وقت جيل ۾ رهيا هئا. جيڪي روز پيا گڏبا هئا.

اسان جيئي سنڌ جا ڪارڪن گهڻو وقت ڪراچي جيل ۾ گڏ هئاسون، سواءِ شاهه محمد شاهه جي. اُتي جيل ۾ قيدين تي جيل انتظاميه طرفان ظلم جي خلاف هڪ ڏينهن جي علامتي هڙتال ڪرڻ سبب اسانجي ڪافي دوستن کي ڪراچي جيل مان بدلي ڪري مختلف جيلن ۾ رکيو ويو هو.

ان وقت اسان مولابخش لغاري، ساجن ڏاهري، منظور خشڪ، اسماعيل سوهو، فاضل راهو، ابراهيم منشي ۽ آئون (عبدالواحد آريسر) ڪراچي جيل ۾ گڏ هئاسون. ٻئي پاسي طارق اشرف، رئيس شاهنواز جوڻيجي سان گڏ ٢٣ نمبر وارڊ ۾ رهندو هو.

پهرين اپريل ١٩٧٧ع جو ڏينهن هو. جيل انتظاميه اسان کان جيل ۾ جيئي سنڌ جي قيدي ڪارڪن جي نالن جي لسٽ گهري. اها اسان ڪين ڏني. پر لسٽ گهرڻ جو مطلب سمجهي نه سگهياسين ته آخر ڪهڙي سبب اسان جا نالا لکيا پيا وڃن. هونئن ته گاهي ماهي قيدين جي نالن جون لسٽون لکيون ويندڀون هيون. پر اُهي به ڌار ڌار پارٽيءَ مطابق نه هونديون هُيون. (صرف هڪ دفعو اڳ ۾ اسان جي نالن جي لسٽ نهي هئي. ان جو مقصد هيءُ هو ته اسان سڀني تي هڪ نئون ڪيس مڙهيو پئي ويو. جنهن ڪري ڪين نالن جي ضرورت پئي هئي. اسان ان بنياد تي سمجهيو ته شايد وري ڪو نئون ڪيس مڙهيو پيو وڃي) پر اڄ ته صرف جيئي سنڌ وارن جا نالا گهريا هئائون. شايد انهيءَ ۾ ڪا اونهي ڳالهه اسرار جي هئي. اسان انهيءَ اڻ تڻ ۾ هجون ته ساڳئي ڏينهن شام جو (شهيد) نذير عباسي به اچي ڪڙڪيو. جي: آئون لاڙڪاڻي مان (ڪيس جنوري ١٩٧٧ع ۾ بڪ هڙتال ڪانپوءِ ڊسٽرڪٽ جيل ۾ رکيو هئائون) حاضريءَ تي آيو هوس. حاضريءَ تان موٽي ڪينٽ اسٽيشن تان بولان ميل ۾ لاڙڪاڻي وڃڻ جي انتظار ۾ ويٺو هوس ته ڪراچي جيل جو جيلر پير شبير سرهندي هوم سيڪريٽريءَ جو آرڊر کڻي آيو ۽ اچي

پڇيائين تہ "تون جيئي سنڌ جو آهين؟". مون چيو تہ "ها" چي: "تون هل ڪراچي جيل". سو، مون اچي هتي نڪاءَ ڪيو، واڌو خير ادا. جانيءَ ڙا تولاءِ چيلو ڪُنوڙي (ڪامريڊ هميشه مذاق ۾ "جانيءَ ڙا تولاءِ لولو پڪو ڙي" واري سٽ کي بگاڙي هر ڳالهہ کانپوءِ ترنم سان ڳائيندو هو).

نذير عباسيءَ جو ائين ڪنيجي ڪجي اچڻ ڪانپوءِ اسان جو پهريون انومان ڪجهہ ڪجهہ غلط ثبت لڳو. چو تہ نذير عباسي ڊسٽرڪٽ جيل لاڙڪاڻي ۾ هو، اتان هن کي ڪراچي جيل آڻڻ مان ڪو خاص مقصد هو. هاڻي اسان وري خيالي گهوڙا ڊوڙائي ان نتيجي تي پهتاسين تہ "اسان کي بہ پروچن سان گڏ سازش ڪيس ۾ ڦاسايو پيو وڃي". خير اسان اهو سڀ ڪجهہ سوچي پاڻ کي هر مصيبت سهڻ لاءِ ذهني طرح اڳ ۾ ئي تيار ڪري ڇڏيو هو. سو وڌيڪ سوچڻ کي ڇڏي نذير عباسيءَ سان خبرون چارون ڪرڻ لڳاسين.

رات جو مير رسول بخش ٽالپر بہ ڪچهري ڪرڻ لاءِ آيو. اچا هن سان ڪچهري ويني ڪئي سين تہ لانڍي جيل مان حبيب الله ناريجي ۽ مظفر علي شاهہ بہ اچي سلام ورايو. سلام دعا کانپوءِ حبيب الله مونکي ۽ مولابخش لغاريءَ کي اڪيلو وٺي وڃي ٻڌايو تہ "سياڻي اسان کي وٺي وڃي وزير اعظم مسٽر ڀٽي سان ملائيندا. شاهہ محمد شاهہ بہ آيو آهي، جيڪو رئيس شاهنواز خان وٽ ترسيل آهي".

تڏهن مس اسان جي هورا ڪورا وڃي لٿي!! پوءِ اسان پنهنجي ٻين دوستن ساجن ڏاهري ۽ منظور خشڪ کي سڏ ڪري وارڊ جي پٺيان وهنجڻ جي جاءِ پرسان ٽهيل دڪيءَ تي ويهي پاڻ ۾ صلاح ڪرڻ لڳاسين تہ: "مسٽر ڀٽي، چالاڪ اسان کي گهرايو آهي؟ هن وقت ڪيس اسان سان ملڻ جي ڪهڙي ضرورت محسوس ٿي آهي؟ ڇا هو اسان کي پنهنجي مقصد لاءِ تہ استعمال ڪرڻ ٿو چاهي؟. ڇا هو سنڌ اسيمبليءَ ۾ هٿراڌو اپوزيشن تيار ڪرڻ لاءِ جيئي سنڌ وارن کي پاڪيٽ مخالف بنائڻ گهري ٿو، ڇا هو اسان کي آزاد ڪري سنڌ ۾ جمهوري تحريڪ کي ناڪام بنائڻ واسطي سنڌي مهاجر فساد ڪرائڻ لاءِ اسان کي استعمال ڪرڻ جو سوچي رهيو آهي جيڪڏهن اهڙو ضروري ۽ اهم ڪم هو تہ ان کي پهريائين سائين جي.ايم.سيد يا ٻاهر ٻين سائين ۽ دوستن سان ملڻ گهرجي ها. آخر جيل ۾ پيل ماڻهن سان ملڻ جو

کهڙو مقصد آهي؟ اهي خدشا ۽ سوال سڀ اسانجي ذهن ۾ ڊوڙڻ لڳا.

٢ اپريل ١٩٧٧ع جي صبح جو شاهه محمد شاهه. اسانجي وارڊ ۾ آيو. اسان سڀني پاڻ ۾ هڪ ننڍڙي ميٽنگ ڪئي. جنهن ۾ مسٽر پٽي سان ميٽنگ جي ايجنڊا تي غور ڪرڻ لڳاسين. سڀ کان پهريان اهو سوال پيدا ٿيو ته ڪير ڪير هلي؟. انهيءَ تي مون پنهنجي راءِ ڏيندي چيو ته "منهنجو خيال آهي ته مولابخش لغاري، حبيب الله ناريجو، شاهه محمد شاهه ۽ غوث بخش خاصخيلي، اهي چار ئي ماڻهو آهن. جيڪي وڃي ملن، باقي ٻين اسان سڀني جي ضرورت ناهي، اهي جيڪي به فيصلو ڪري اچن سو اسان سڀني کي قبول هئڻ گهرجي". پر سڀني دوستن انهيءَ تجويز جي مخالفت ڪندي چيو ته "سڀ هلنداسين" اتي شاهه محمد شاهه چيو ته "منشيءَ ۽ طارق اشرف جي باري ۾ توهان جي ڪهڙي راءِ آهي؟". اسان چيو ته "منشي پاڻ کي (خبر ناهي ڪهڙي سبب جي ڪري) جيئي سنڌ جي لسٽ ۾ نالو لکائڻ کان ڪالهه ئي انڪار ڪري چڪو آهي، باقي رهيو طارق اشرف صاحب. سو ته باقاعدي ڪڏهن به جيئي سنڌ ۾ شامل نه رهيو آهي. باقي تون پنهنجي ذميواريءَ تي ڪيس وٺي هلين ته اسان کي ڪوبه اعتراض ڪونهي". شاهه محمد شاهه، چيو ته "چڱو طارق کي ڇڏيون ٿا".

هتي آئون هڪڙي ڳالهه جي وضاحت لکڻ چاهيان ٿو. اها، اِها ته طارق اشرف سهائيءَ کي انٽرويو ڏيندي چيو هو ته "شاهه محمد شاهه چيو، جيڪڏهن طارق نه هلندو ته آئون به ڪونه هلندس". حقيقت ۾ اهو سراسر ڪوڙ آهي. اسان شاهه محمد شاهه کي چيو هو ته "تون پنهنجي ذميواريءَ تي طارق کي وٺي هل" طارق اهو به غلط لکيو آهي ته "اسان چيو آهي ته منشي، پليجي جو ماڻهو آهي". سندس اهو به چوڻ آهي ته "شاهه محمد شاهه مون ڪانسواءِ نه ٿي ويو، پر مون کيس سمجهايو تڏهن مس مس ويو". اها ڳالهه به رڳو ٿان شوخائي آهي باقي ان ۾ ڪابه صداقت ڪانه آهي. حالانڪ اسانجي ميٽنگ کان پوءِ رات جو شاهه ۽ طارق لانڍي جيل تي وڃي مليا هئا، ان کان اڳ ۾ هو پاڻ ۾ مليا ئي ڪونه هئا. خير اسان جيئي سنڌ وارن ۾ منشي ۽ طارق کي شمار نه ڪري، ڪا سندن بي عزتي ڪانه ڪئي هئي. اسان اتي ئي چيو هو ته "اسان انهن ٻنهي جي قربانيءَ کي سلام ٿا ڪريون. اسان نه صرف سندس آزادي پر هر هڪ سنڌي سياسي قيديءَ

جي آزاديءَ جو مطالبو ڪنداسين".

شاهه محمد شاهه. وارڊ نمبر ١٣ مان اُٿي مير رسول بخش سان ملڻ ويو ته ايتري ۾ سپرنٽينڊنٽ آف جيل مسٽر اوڪاش شيخ، اسان کي ونڻ آيو. مسٽر اوڪاش، کيّ هوم سيڪريٽريءَ کان جيڪا لسٽ ملي هئي، ان ۾ صرف جيئي سنڌ وارن جا نالا ۽ نذير عباسيءَ جو نالو هو باقي ٻين جا نالا خود هوم ڊپارٽمينٽ وارن ڪٽي ڇڏيا هئا. گهرايل قيدين جي نالن جي لسٽ ڪجهه هن ريت هئي؛

١). مولابخش لغاري، جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو اڳوڻو صدر.
٢). شاهه محمد شاهه، جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو اڳوڻو صدر.
٣). حبيب الله ناريجو. جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن، ان وقت جو مرڪزي صدر.
٤). منظور خشڪ. جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن، ضلع ٺٽي جو صدر.
٥). ساجن ڏاهري، جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ضلع نوابشاهه جو صدر.
٦). سيد مظفر علي شاهه، گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي جي شاگرد سنگت جو جنرل سيڪريٽري.
٧). نذير عباسي، سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو اُن وقت جو مرڪزي صدر.
٨). عبدالواحد آريسر. هڪ (اديب).

نيڪ ڏهين وڳين اسان مسٽر اوڪاش شيخ سان گڏجي جيل جي دروازي تي پهتاسون. جتي چار ڪارون (مسٽر اوڪاش جي ڪار کان سواءِ) بيٺيون هيون. اسان ٻه ٻه ڄڻا هر هڪ ڪار ۾ ويٺا سون. اسان سان گڏ ٻه ٻه ڄڻا سادي لباس ۾ پوليس آفيسر به ويٺا. قيدين جي قافلي کي ڪٽي اُهي پر اسرار ڪارون. ڪرفيوءَ جي خلاف ورزيون ڪنديون سڌيون چيف منسٽر هائوس ۾ داخل ٿيون. چيف منسٽر هائوس جي انتظار گاهه ۾ قيدين کي ان وقت جي هوم سيڪريٽري محمد خان جوڻيجي ٻڌايو ته "اوهان سان پاڪستان جو وزير اعظم ٿوريءَ دير ۾ ملندو ان ڪري توهان کي ڪجهه دير انتظار ڪرڻو پوندو". اسان گهڙي ڪن مس ويناسون ته مختلف مشروبات سان اسانجي خاطر تواضع شروع ٿي. هاڻي اسان کي باقي ٻين دوستن جو انتظار هو جيڪي خيرپور جيل مان اچڻا هئا سي اچا نه پهتا هئا.

چيف منسٽر هائوس ۾ ٽين وڳين تائين انتظار ڪندا رهياسين وبهي ويهي مٿي ۾ سور پئجي ويو. مسٽر اوڪاش ۽ ٻه پوليس وارا به اسان وٽ وينائي هئا. انهيءَ وچ ۾ مسٽر اوڪاش چيو ته "ٻڪ ڏاڍي لڳي آهي، فون ڪري جيل تان ماني گهرائجي". مون چيو ته: "سائين آئون توهان وٽ ١٢ مهينا قيدي ٿي رهيو آهيان پر انهن ٻارهن مهينن ۾ ڪوبه ڏينهن منهنجي لاءِ هيٺري عذاب وارو نه گذريو آهي. جيل ۾ گهٽ ۾ گهٽ پيشاب ڪرڻ جي ته آزادي آهي پر هتي پيشاب ڪرڻ وقت به هڪڙو همراهه مٿان پستول ڪنيو بيٺو آهي". ائين ڳالهيون ڪندي شاهه محمد شاهه منهنجي ۽ مولابخش لغاريءَ جي پرسان اچي ويٺو. چيائين: "پهرين آئون اڪيلو ڀٽي سان ملندس پوءِ توهان سڀ ملجوس". مون ڪيس چيو ته "چو، ڪو ڳجهو سمجهوتو ڪرڻو اٿئي ڇا؟". تنهن تي شاهه محمد شاهه چيو: "نه نيڪ آهي ڀلا گڏجي ملنداسين".

مٿين سڄي روئداد ڪي منهنجو پيارو دوست ۽ پيارو ساٿي، مولابخش لغاري اڳ ئي نومبر ١٩٧٧ع واري "ڪارونجهر" رسالي ۾ لکي چڪو آهي. هتي آئون اُها مڪمل طرح سان نقل ڪرڻ ڪان اڳ ڪجهه پنهنجو تاثر ان انسان جي باري ۾ لکندس ۽ جيڪو انسان (ذوالفقار علي ڀٽو) هن ملڪ جي متحرڪ تاريخ جو تابناڪ باب آهي، جنهن سنڌ ۾ گهٽ ۾ گهٽ سنڌي ڳوٺاڻي ڪي ووٽ جي حد تائين سياست ۾ مؤثر ڪردار ادا ڪرڻ واريءَ طاقت ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي".

نيڪ ٽين وڳي، ڀٽو صاحب، جتوئيءَ سان گڏجي هائوس ۾ داخل ٿيو. مسٽر اوڪاش ۽ ٻه پوليس آفيسر ٻاهر نڪري ويا. دروازو بند ٿي ويو. اسان سيني ساٽن هٿ ملايو ۽ ان سان گڏ پنهنجا نالا به ٻڌائيندا وياسون.

جناب ڀٽي، ڪي ١٩٦٨ع ڪان پوءِ پهريون ڀيرو مون ايترو ويجهڙائيءَ ڪان ڏٺو هو. هو ايترو قداور ۽ مضبوط جسم وارو نه هو، جيترو عام طرح فوٽن ۾ نظر ايندو هو. پهرين نظر ۾ هو يونيورسٽيءَ جو هڪ سمارٽ شاگرد نظر آيو. البت مٿي جا وار ڪنهن يورپي پروفيسر وانگر بلڪل سفيد هئيس. هن ۾ اُها ڦڙتائي موجود نه هئي جيڪا عام طرح مشهور آهي. مون محسوس ڪيو ته پي.اين.اي جي تحريڪ جي شهري زور شور سندس اعصابن ڪي سخت متاثر ڪيو آهي ۽ هو اندورني طرح اها ڳالهه

سمجهي چڪو آهي تہ شهرن جي هن شورش کي ڪنڊ ڪائو (۱) ڀهراڙيءَ جي ورڪرن جي طاقت جي مدد سان ختم ڪري نہ ٿو سگهجي. هن سان ان وقت اها ويڌن هئي جو هڪ طرف عالمي دٻاءُ ۽ بي.بي.سيءَ جي پروپئگنڊه پنهنجي عروج تي هئي. تہ ٻئي طرف شهري تحريڪ ۾ ڏينهون ڏينهن واڌ ايندي پئي وئي. فيڊرل سيڪيورٽي فورس ۽ پوليس هن شورش کي دٻائڻ ۾ قطعي ناڪام ويون هيون، ۽ پڻ فوج جي طرفان گهربل تعاون جي کوٽ هئي. ان سبب ڀٽي صاحب، تي قومي اتحاد. سان ناهہ لاءِ دٻاءُ وڌي رهيو"هو. انهن ڳالهين کان سواءِ سنڌس پارٽيءَ ۾ پراڻن تجربيڪار سياسي ڪارڪن جي اٿاٽ هئي هو چئني طرفن کان هڪ چار ۾ جڪڙجي چڪو هو.

وهڻ شرط مون ڏٺو تہ سنڌس اکيون سخت ڳاڙهيون هيون بلڪل ان ماڻهون جهڙيون، جيڪو يا تہ لڳاتار جاڳندو رهيو هجي يا روئندو رهيو هجي. هن جي هڪ خوبي اها بہ هئي جيڪا عام طرح سفارتي ملاقاتن ۾ هڪٻئي کي متاثر ڪرڻ لاءِ استعمال ڪئي ويندي آهي. يعني ملاقاتيءَ جي باري ۾ مڪمل ڄاڻ ۽ ان جو اظهار. جيئن ملاقاتي سمجهي تہ هن وڏي ماڻهوءَ جي سائنس دلچسپي ڪافي وقت کان وٺي رهي آهي.

هن جڏهن وينلن کان پڇيو تہ "اوهان ۾ عبدالواحد آريسر ڪهڙو آهي؟" مون چيو تہ "آءُ آهيان". تڏهن ڀٽي صاحب، چيو تہ "تون هندوستان ويندو رهيو آهين، اهڙي قسم جون مون کي رپوٽان آهن". مون عرض ڪيو تہ "اهي رپورٽون انهن ماڻهن اوهان کي ڏنيون آهن جيڪي اڄ اوهان جي خلاف تحريڪ هلائي رهيا آهن. آءُ هڪ تہ ڪمزور ۽ دائمي بيمار آهيان سو ڪٿي ٿو اهڙا خطرناڪ سفر ڪري سگهان. مون ۱۹۶۳ع کان پوءِ تہ کوکڙا پار ٿي نہ ڏٺو آهي". اتي هن چيو "۱۹۶۳ع ۾ کوکڙا پار ڇو ويو هئين" مون چيو تہ" ان وقت آءُ اسڪول ۾ پڙهندو هوس. استاد صاحب ۱۴ آگسٽ جي موقعي تي اسان کي گهمائڻ وٺي ويو هو".

اها گفتگو هلي پئي تہ مولابخش لغاريءَ وچان چيو تہ" سائين هيءَ هڪ مسڪين اديب آهي". ڀٽي صاحب. فوراً سنڌس ڳالهہ کي اڌ ۾ ڪٽي چيو تہ "آءُ ڪائنس چڱي طرح واقف آهيان" ان وقت مون سمجهيو تہ اها

---

(۱) ان دؤر ۾ ڀٽي صاحب پ پ جي ورڪرن کي ڪنڊ جون جام پرمنٽون ڏنيون، جنهن کي بليڪ تي هلائي انهن جام پيسو ڪمايو هو.

سڀ معلومات هن کي اسان جي ملاقات کان اڳ هوم سيڪريٽريءَ ڏني آهي. جو تہ هوم سيڪريٽري کوڙين ۽ من گهڙت ڳالهين جي بنياد تي ڪيس ناهڻ جو "ڪمپيوٽر" هو.

اڳتي هلي مونکي عزيزالرحمان ٻڌائي ڇڏيو هو تہ آءٌ اسلام آباد ۾ هوس اتي پير علي محمد راشدي صاحب، منهنجي مٿان اهو ڪم رکيو هو تہ عبدالواحد آريسر جي تقريرن جو ڪتاب "پرهہ جو پيغام" آهي، تنهن جو انگريزيءَ ۾ بهترين نموني ترجمون ڪري ڏي، جو پتو صاحب ان ڪتاب کي پڙهڻ ٿو چاهي. جيڪو مون ترجمون ڪري ڏنو هو. عزيزالرحمان جي ان واقعي ٻڌائڻ کان پوءِ مون سمجهيو تہ پتي صاحب کي ملڪ ۾ ڇپجندڙ مواد ۾ خاص دلچسپي هئي ۽ هو ملڪ جي ليکڪن کي نظر هيٺ رکڻ جو شوقين هو.

هڪ ٻي ڳالهہ جيڪا مون نوٽ ڪئي تہ هو پنهنجي مخالف ملاقاتيءَ کي خوفزدهہ ڪرڻ واري حربي استعمال ڪرڻ جهڙي حرڪت مان بہ موثر طريقي سان ڪم وٺڻ چاهيندو هو. مثال طور هن جڏهن چيو تہ "توهان خاڪين (ملٽري) جي مخالفت نہ ڪريو" ان وقت هن چاٽي واٽي، ساڄي کاٻي ڏنو تہ جيئن اسان اهو محسوس ڪريون تہ مليٽريءَ وارن جا ذريعا ايترا تہ وسيع آهن جو هو وزير اعظم جي گفتگو نوٽ ڪرڻ لاءِ ڳجهي طريقي سان، منسٽر هائوس جي ڪمري ۾ بنان اجازت داخل ٿي سگهن ٿا.

ان کان سواءِ پتي صاحب اسان کي مليٽريءِ کان خوفزده ڪرڻ لاءِ اهو بہ چيو تہ "مليٽريءَ وارن مون تي ڏاڍو زور رکيو آهي خاص ڪري جنرل ٽڪا خان، تہ مون کي اجازت ڏني وڃي تہ آئون سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ فوجي آپريشن ڪريان. جنهن ۾ جيئي سنڌ سان واسطو رکندڙ ۸۰ ماڻهن کي ختم ڪريان تہ گهٽ ۾ گهٽ هن حڪومت جي سنڌ جي نالي ۾ مخالفت تہ ختم ٿي ويندي" پر مون جنرل کي اهڙي اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ان ڪري اوهان خاڪين (مليٽري) جي معاملي ۾ احتياط ڪريو".

مون ٻڌو آهي تہ شيخ اياز صاحب کي پتي ان نموني بليڪ ميل ڪيو هو تہ "فوجين وٽ هڪ سو ماڻهن جي مارڻ جي لسٽ آهي، جنهن ۾ پهريون نالو منهنجو ٻيو تنهنجو ۽ ٽيون جي.ايم.سيد جو آهي، ان ڪري تون بہ مون وانگر فوج جي فرمانبرداري اختيار ڪر". نتيجي طور شيخ صاحب

سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ٿيڻ قبوليو. ان ڳالهه جي تصديق اِن واقعي مان ٿئي ٿي تہ جڏهن آئون ۱۹۷۴ع ۾ شيخ صاحب سان مليس تڏهن مون سندس گهفتگوءَ مان اندازو لڳايو تہ هو ڏاڍو ڏنل آهي. انهيءَ گفتگو دوران مسٽر غلام رباني آگرو بہ اچي ويو. جنهن اياز جي اهڙي هراسيل گفتگو ٻڌي چيو تہ "سائين! جيڪڏهن پاڻ ڪان ڪجهہ ٿي نٿو سگهي تہ گهٽ ۾ گهٽ قومي ڪارڪن جا حوصلہ پست ڪرڻ لاءِ اهڙي بزدليءَ واري نصيحت تہ نہ ڪريون، پاڻ انهن جي همت افزائي لاءِ ڪين پنهنجي اخلاقي تائيد ۽ مدد جو يقين ڏياريونِ".

هر سربراهہ حڪومت وانگر ڀٽو صاحب بہ قاتلانہ حملن ڪان ڏاڍو ڏنل هو. ان جو اندازو مونکي هن واقعي مان ٿيو، جو گفتگوءَ هلندي مون کيسي ۾ هٿ وڌو تہ ڀٽي صاحب جو سڄو توجهہ منهنجي هٿ ڏانهن ٿي ويو. شايد اُن وقت مولابخش لغاري ڳالهائي رهيو هو. پر ڀٽو صاحب، هن جي ڳالهہ تي ڌيان ڏيڻ جي بجاءِ مسلسل گهوري رهيو هو. مون سگريٽ جو پاڪيٽ ڪڍي ٽيبل تي رکيو ۽ ان سان راند ڪيڏڻ لڳس. انهيءَ پوري عمل دوران سندس ڌيان سگريٽ ۽ منهنجي هٿ ڏانهن رهيو، جيستائين مون پاڪيٽ مان سگريٽ ڪڍي دکائي پيئڻ شروع ڪيو، تيستائين ڀٽي صاحب ٻئي طرف ڏٺو ئي ڪونہ ۽ نہ وري ڪا ڳالهہ ڪيائين. ان مان مون اندازو لڳايو تہ هو منهنجي هن ڪارروائيءَ کي قاتلانہ حملي جو پيش خيمو سمجهندو پئي رهيو!. °

هڪ ٻي ڳالهہ جيڪا مون نوٽ ڪئي، سا هيءَ تہ ڀٽو صاحب، پٺاڻن ۽ پناهگيرن تي ڏاڍو ڪاوڙيل هو. جڏهن تہ پنجابين جي باري ۾ هن جي دل ۾ ڪجهہ گهٽ شڪايت هئي. پر هيءَ حقيقت آهي تہ ڀٽي صاحب جي خلاف تحريڪ ۾ مهاجرن، پٺاڻن ۽ پنجابين ٽنهي ڌرين هڪ ٻئي کان وڌيڪ عملي شرڪت ڪئي هئي. پر تحريڪ کي جڏهن ختم ڪرڻ جو ذڪر آيو تڏهن هيئن چيائين تہ "آئون جلدي انهن نسوار خورن ۽ پان خورن کي ڏيکاريندس تہ ڀٽو ڇا هي؟ انهن جا لاش اوهان کي رستن تي نظر ايندا. انهن ڌرين شروع کان ئي منهنجي حڪومت، پارٽي ۽ شخصيت کي تسليم ئي نہ ڪيو آهي".

هاڻي هتان کان آئون هن مضمون کي مڪمل ڪرڻ لاءِ مولابخش

لغاريءَ جو ڪارونجهر وارو مضمون نقل ڪري رهيو آهيان.

اسان اڳ ۾ ئي فيصلو ڪري ويا هئاسين تہ جيڪڏهن پيشڪش ٿئي تہ پوءِ اسان ۵ منٽ پاڻ ۾ اڪيلائيءَ ۾ ڳالهائينداسين ۽ پوءِ اهو جواب ڏينداسين تہ ”توهان پهريان سائين جي.ايم.سيد سان ڳالهايو“. پٽي صاحب جي ويهڻ کانپوءِ گفتگو هن ريت شروع ٿي:

پٽو: ”آئون توهان کان کهڙي خيريت پڇان، جيل مان اچو پيا، آئون ڏيگهہ ڪونہ ڪندس. صرف ايترو اوهانکي ٻڌايان تہ منهنجي نظرين جي توهان کي خبر آهي ۽ توهان جي نظرين جي مون کي خبر آهي. توهان مونکي پنجاب جو ايجنٽ سمجهو ٿا، پر آءٌ پنجاب جو ايجنٽ ناهيان. پر آءٌ سنڌ جي ايتري خدمت نہ ڪري سگهيو آهيان، جيتري اوهان چاهيو ٿا. آءٌ صرف ايترو عرض ڪندس تہ توهان قائد اعظم ۽ مليٽريءَ جي باري ۾ تنقيدي رويو اختيار نہ ڪجو. آءٌ توهان کي غير مشروط طور آزاد ٿو ڪريان. مون جتوئيءَ کي چيو آهي تہ ڪرفيو هٽڻ کان پوءِ توهان کي آزاد ڪري. آءٌ توهان کي اهونہ چوندس، تہ اوهين کهڙي جماعت جي حمايت ڪريو، هونءَ بہ مون کي يقين آهي تہ توهان پاڪستان قومي اتحاد جي حمايت ڪونہ ڪندا. توهان جي ٻاهر نڪرڻ کان پوءِ وري ٻي گڏجاڻي ڪنداسون، جنهن ۾ مستقبل جي باري ۾ ڳالهائينداسون“.

مولا بخش لغاري: پٽا صاحب، اها نهايت بدنصيبيءَ جي ڳالهہ آهي، جو اسان قيديءَ جي حيثيت ۾ اوهان سان ڳالهائي رهيا آهيون. اسان انتهائي قومپرست ۽ سنڌ پرست ماڻهو ڪيئن نہ چاهينداسون تہ پاڪستان جو وزير اعظم سنڌي هجي، اسان جي سامهون جيل ۾ جيڪڏهن ڪو ماڻهو توهان کي سنڌيءَ واريءَ حيثيت ۾ گار ٿو ڏئي تہ اسان کي ڪاوڙ ٿي اچي. پر توهان سنڌ جي ماڻهن سان اهي ويل وهايا آهن. اهي تعديون ۽ مصيبتون نازل ڪيون آهن جو اسان توهان جي خلاف جدوجهد ڪندا آيا آهيون توهان جي دور ۾ سنڌي استادن کي يونيورسٽين مان ڪڍي ٽڪي جي پوليس وارن، گولين جو ڪاچ بنايو. اشوڪ ڪمار جو مثال توهان جي اکين جي اڳو آهي. توهان جي دور ۾ سنڌي ماڻهن کي ڪتن وانگر وڻن سان ٻڌي گوليون هنيون ويون. توهان جي دور ۾ سنڌي ڪتابن، رسالن ۽ پريسن جي وڏي تعداد تي بندش وڌي وئي جو عربن کان انگريزن تائين ويندي ايوب ۽ يحيٰ جي دور تائين

ڪٿهن به سنڌي علم ادب تي ايڏو ڪاري وار نه ڪيو. اوهان جي دور ۾ سياسي ورڪرن جي مائرن، ڀينرن ۽ ڀائرن کي گرفتار ڪري مهينن جا مهينا لاڪ اپن ۽ جيلن ۾ رکيو ويو. سنڌي سياسي قيدين کي پوليس هٿان وحشيانه مارون ڏياريون ويون. ٿوهان سنڌ جي عوام کي هڪ هوم سيڪريٽريءَ جي رحم ۽ ڪرم تي اڇلائي ڇڏيو. اهڙيءَ حالت ۾ اسان جو فرض آهي ته اسان اوهان جي مخالفت ۽ سنڌي قوم جي حقن لاءِ ڪوشش ڪريون. اسان کي اڄ آزاد ٿا ڪريو، حالانڪ طارق اشرف جي آزاديءَ جو اعلان اوهان جي وزير اعليٰ ريڊئي ۽ ٽي ويءَ تان ڪيو. پر هو اڄ تائين آزاد ناهي ٿيو......!!".

پٺو: "جتوئي، تو اعلان ڪيو هو ته پوءِ هو ڇو نه آزاد ٿيو؟".

جتوئي: "ها سائين مون اعلان ڪيو هو پر پوءِ اليڪشن جي ڪري اهو آرڊر وٿ هيلڊ ڪري ڇڏيوسين".

پٺو: نه نه ائين نه ٿيڻ گهرجي. آءُ اليڪشن کان ڪو نه ٿو ڊڄان".

وري اسان ڏانهن مخاطب ٿيندي: "مان چيو آ سنڌ جي ماڻهن جي مون ايڏي خدمت نه ڪئي آ. ان لاءِ آءٌ شرمندو آهيان ۽ آءٌ گنهگار آهيان". (هٿ ٻڌي اکين ۾ پاڻي آڻي) ان لاءِ معافي ٿو وٺان، بهرحال توهان کي آزاد ٿو ڪريان. "جتوئي! ڪيترن ڏينهن ۾ ڪرفيو هٽندو؟".

جتوئي: "ڏهن ڏينهن ۾".

پٺو: "ڏهن ڏينهن کان پوءِ هنن کي آزاد ڪجانءِ".

جتوئي: "ها سائين".

شاهه محمد شاهه. "سائين توهان به سنڌي آهيو ته اسان به سنڌي آهيون. سياست کان سواءِ اسان جا ذاتي لاڳاپا به آهن. توهان خود ڪئناڊا ۾ چيو هو ته ڪرازي (جي.ايم.سيد) سان منهنجا ذاتي لاڳاپا آهن. ان ڪري اسان کي ڪو خفيه سمجهوتو ڪرڻ گهرجي".

پٺو: (سمجهوتي واري ڳالهه کي لنوائيندي) "ها مون چيو هو ته ڪرازي سان منهنجا ذاتي لاڳاپا آهن. اهوئي سبب آهي جو مون غفار خان کي جيل ۾ رکيو آهي (اهو ڪوڙ هو بادشاهه خان ان وقت آزاد هو) ۽ سيد کي گهر ۾ نظربند رکيو آهي (سيد کي ايوب ۽ يحيٰ به گهر ۾ نظر بند رکيو هو پر اها ڳالهه اسان مان ڪنهن چئي ڪانه)".

شاهه محمد شاهه: "اسان مارچ وارين چونڊن ۾ حصو نہ ورتي توهان جي اڻ سڌيءَ طرح مدد ڪئي. جيڪڏهن اسان چونڊن ۾ حصو وٺون ها تہ گهٽ ۾ گهٽ توهان جا چار ووٽ بہ ڪاريون تہ ها. ان ڪري اسان کي هڪبئي جي مدد ڪرڻ لاءِ ڪو سمجهوتو ڪرڻ گهرجي".

مولابخش لغاري: "چار ووٽ ڪاريون چو ها. اسان سنڌ ۾ هڪ مضبوط ۽ وسيع طاقت آهيون. اسان کي قيدي بنائي اليڪشن جي ذريعي چونڊجڻ جي حق کان محروم ڪيو ويو. اسين جيڪڏهن اليڪشن لڙون ها تہ منهنجي مقابلي ۾ عبدالله شاهہ جي ضمانت ضبط نہ ٿئي ها، تہ آءُ سياست ڇڏي ڏيان ها. انهن ڪيا آهن ماڻهن سان ظلم! ٻوڏ جي امداد جا سڀ پئسا پاڻ کائي ويا. دادو ضلعي جي ماڻهن ڪاڪوس جهڙي ضرورت وچي ريل لائين تي بينل پراٽن ۽ پڳل گاڏن ۾ ڪئي جيڪي هنن جي ويهڻ، سمهڻ ۽ رڌ پچاءُ جي لاءِ گهرن جو ڪم ڏيئي رهيا هئا. ماين ويچارين کي ٻار انهن ماڻهن جي ميڙن ۾ ڄاوا. اوهان جيڪي ڪجهہ ڪيو، سو پناهگيرن لاءِ ڪيو. جتوئي هر وقت پناهگيرن جي اڳيان پنيان ڦرندي سنڌ جا سڀ تيز ڏارين جي حوالي ڪري ڇڏيا".

پٽو: "جتوئي تمام ڀلو ماڻهو آهي، ويچارو ڪم ڪري ڪري ڳري ويو آهي. باقي رهيا مهاجر، انهن کي آئون چڱيءَ طرح سڃاڻا ٿو انهن مون کي ١٩٧٠ع ۾ ووٽ بہ ڪونہ ڏنا هئا. انهن لاڙڪاڻي ۾ کهڙي کي ووٽ ڏنا هئا".

مولابخش: "انهن واقعي توهان کي ووٽ ڪونہ ڏنا. پر توهان پوءِ بہ انهن کي نوازڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ لاڙڪاڻي جي سنڌي ماڻهن سان اوهان جيڪي پال پلايا، تنهن کان سنڌ جو عوام پوريءَ ريت واقف آهي. توهان شيخن سان اها هلت هليا جيڪا غير ملڪي فاتح، مفتوحن سان هلندو آهي، توهان جيئي سنڌ جي ڪارڪنن جي خاندانن کي پهاڙن ۾ بند ڪيو. پورا پنج سال توهان جيئي سنڌ وارن کي پوريءَ طاقت ۽ قوت سان ڪچلڻ جي ڪوشش ڪئي. پر اڄ جڏهن ملڪ جو عوام جوش ۽ جذبي سان اوهان جي خلاف تحريڪ هلائي رهيو آهي، ان وقت اسان توهان کي ياد آيا آهيون ۽ هاڻي اسان کي آزاد ڪري رهيا آهيو. هن وقت جڏهن تہ ٻيا ماڻهو جيلن ۾ اچي رهيا آهن، ان وقت اسان جي آزادي مون کي سمجهہ ۾ ڪانہ ٿي اچي.

اسان جيل مان آيا آهيون ۽ وري جيل ۾ وڃڻ لاءِ تيار آهيون".

پٽو: "توهان بهادر آهيو ۽ مون کي بهادرن جو قدر آهي، آئون توهان کي سلام ڪريان ٿو. باقي جيسنائين پي اين اي وارن جو تعلق آهي. مان انهن خانصاحبن، انهن خانن ۽ پان خورن کي نيڪ ڪندم. انهن جي تحريڪ جي مون کي ڪابه پرواهه ناهي. آئون ڏاڍي آرام سان ننڊ ڪريان. انهن کي خبر پوندي ته پٽو ڇاهي!!!". ائين چئي چوڻ لڳو ته توهان ۾ عبدالواحد آريسر ڪهڙو آهي؟ آريسر جيئن ته نذير عباسيءَ سان گڏ پرپرو ويٺو هو. تنهن چيو ته: "آئون آهيان".

پٽو: "تنهنجو سنگين الزامن واريون مان کي رپوٽان آهن".

نوٽ:- "آئون انهيءَ سوال جو جواب اڳ ۾ لکي آيو آهيان تنهن ڪري ان کي ٻيهر نقل ڪرڻ سهڻو نه لڳندو".

جتوئي: "پنهنجا پاڻ ۾ وينا آهيون. جي اهڙي ڪا ڳالهه هجي ته ٻڌايو".

آريسر: "آئون عرض ڪري چڪو آهيان سڀ غلط آهي".

مولابخش لغاري: "سائين آريسر سنڌ جو هڪ غريب اديب آهي".

پٽو: "مونکي خبر آهي".

شاهه محمد شاهه: "سائين منهنجو عرض آهي ته اسان کي ڪو اندروني ڏاهه ڪرڻ گهرجي. ان لاءِ بهتر سمجهو. ته اوهان يا جتوئي صاحب ڪراڙي (سائين جي. ايم. سيد) سان ملو. آئون جتوئيءَ سان ملندو رهيو آهيان. مون اڳي به ڪيس بار بار عرض پئي ڪيو آهي".

پٽو: "اها ڳالهه نيڪ آهي".

مولابخش لغاري: "سائين اسان ٻڌو آهي ته منشيءَ تي اوهان کي ذاتي ناراضگي آهي. اوهان جي سوچ اهڙين ڳالهين کان مٿي هئڻ گهرجي. هو ويچارو شاعر ماڻهو گهڻو ڪجهه ڀوڳي چڪو آهي. مهرباني ڪري ڪيس آزاد ڪريو. گهر ۾ اڪيلو ڪمائيندڙ آهي".

پٽو: "نه ادا. اهڙي ڪا ڳالهه ڪانهي. مون جتوئيءَ کي چيو آهي ته رائٽرس کي سيني ڪان اڳ ۾ آزاد ڪري".

ائين چئي پٽو اٿيو ته شاهه محمد شاهه جتوئي کي چيو اسان يارهين وڳي کان وينا آهيون ماني ڪارايو. جتوئي چيو ها ترسو ماني اچي ٿي. ائين

چئي جتوئي ۽ پنو هليا ويا. مٿان محمد خان جوڻيجي اچي نڪاءُ ڪيو. هاڻي مائي اچڻ تائين جوڻيجي سان ڪچهري شروع ٿي.

مون (مولابخش) چيو تہ جوڻيجا صاحب سنڌ جو عوام توهان کي ڪڏهن معاف نہ ڪندو. اوهان ڊي پي آر، سنڌ ڪرائيم ڪنٽرول ۽ ٻيا ڪارا قانون سنڌ جي عوام تي انڌي جي لٺ وانگر هلايا آهن. اسان کي مهينن جا مهينا ٿاڻن تي ڪراچي ۾ رکايو. جتي پوليس وارا اسان جي ڏاڙهي ڪوڙڻ جي سامان تائين چوري ڪري کڻي ويا.

آريسر چيو: "پڌو اٿم تہ توهان ڪنهن وقت ڪامريڊ رهيا آهيو. ڪاش ان وقت گرفتار ٿيو ها تہ هن وقت سياسي ورڪرن جي مائٽن کي گرفتار ڪرائيندي پنهنجو زمانو ياد اچيو ها". آريسر جي انهيءَ چوڻ تي محمد خان جوڻيجي چيو تہ: "جيئي سنڌ وارن ۾ آريسر غضب جو ليکڪ آهي. هڪڙو مضمون لکي ڇڏي، جيڪو پڙهندو انجي دماغ ۾ ٽانڊا ٻرجي ويندا. مون سندس ڪتاب "پرهہ جو پيغام" ۽ "پيغام" رسالو پڙهيو آهي. طارق ليکڪ ناهي، ايڊيٽر سٺو آهي. باقي لکڻ جي معاملي ۾ ڪيس سنڌي بہ صحيح لکڻ ڪانہ ٿي اچيس.

ان تي آريسر چيو: "وزير اعليٰ جي حڪم جي باوجود هن کي آزاد ڇو نہ ڪيوءِ؟".

محمد خان جوڻيجي چيو تہ: " هن موهن ڪلپنا جو ناول، ڇاپيو هو. جيڪو پاڪستان جي خلاف آهي".

ان تي آريسر چيو تہ: "توهان ڪرشن چندر جو ناول غدار پڙهيو آهي. جنهن جي مقابلي ۾ جلاوطن ڪابہ حيثيت نہ ٿو رکي. ڪرشن چندر جو اهو ناول لاهور مان تمام گهڻا ڀيرا ڇپيو آهي. پر ڪنهن بہ اردو ايڊيٽر ۽ پبلشر جي خلاف ڪوبہ قدم نہ کنيو ويو آهي ۽ طارق تي هي نوازش ڇو؟. اوهان شير شاهہ جي شڪري وانگر گهر جا ڪڪڙ مارڻ تي هري ويا آهيو". اتي نذير عباسي، جوڻيجي کان پڇيو "اوهان واري عهدي تي ڪا آمدني آهي؟".

جوڻيجي چيو: "ڇو؟".

"انهيءَ ڪري جو جيڪڏهن آمدني هوندي تہ ڄام صادق علي وزارت ڇڏي هوم سيڪريٽري ٿي ويندو. پوءِ اوهان جي نوڪريءَ جو الاجي

ڇا ٿيندو". اهو نذير جو جواب هو.

جنهن تي جوٽيجي وراٽيو" لااله الاالله محمد رسول الله آئون هڪڙي پائي به رشوت جي ڪونہ ٿو ڪاوان. آئون تہ ڏونرو بہ روز گهران يعني بدين کان گهرائيندو آهيان".

حبيب الله چيو، رشوت نہ ٿا ڪائو تہ پوءِ ڪراچيءَ جي واپارين ڪي ڊي پي آر ۾ ٻڌي وري ڇڏڻ جو ڪهڙو مطلب آهي. اهي ۽ اهڙي قسم جون ٻيون ڪيتريون ڳالهيون ٿينديون رهيون. انهيءَ وچ ۾ اسان سيني کي لانڍي جيل ۾ گڏي رکڻ جو آرڊر سپرنٽنڊنٽ کي ڏنائين. رات جو ٻاهر سمهڻ جي اجازت ڏنائين. شاهہ محمد شاهہ تي وي جي اجازت گهري سا بہ ملي. پر شاهہ چيو تہ اها تون پنهنجي گهران موڪلي ڏي، اها ڳالهہ بہ منظور ٿي. انهيءَ وچ ۾ ماني اچي ويئي. ماني ڪائي موڪلائي ٻاهر نڪتاسين تہ حبيب الله چيو، خدا ڪري ٻٽي جي دور ۾ نہ نِڪرون. شاهہ محمد شاهہ چيو "هاڻي ڇا بہ چوين هفتي اندر آزاد ٿي رهيا آهيون". اسان سيني ۾ آريسر اڪيلو ماڻهو هو جنهن چيو تہ پاڻ کي ڪنهن بہ صورت ۾ آزاد نہ ڪندو. البتہ هڪڙي صورت آهي تہ ڊي. اين. اي جي دٻاءَ تحت هنگامي حالتون ختم ڪرڻ تي جلدي مجبور ٿيو تہ پوءِ ٻين سان گڏ پاڻ بہ آزاد ٿينداسون.

ڳالهہ اهائي نڪتي، ٻٽي وارو عرصو اسان اندر رهياسون منظور خشڪ، ساجن ڏاهري ۽ طارق اشرف، ٻٽي جي وڃڻ کان پوءِ ضمانت تي آزاد ٿيا. باقي آئون، آريسر، خاصخيلي، نذير عباسي ۽ علي حيدر شاهہ هنگامي حالتن جي ختم ٿيڻ کان پوءِ سيپٽمبر ۾ آزاد ٿياسون حبيب الله ناريجو ۽ شاهہ محمد شاهہ اڃا اندر آهن".

سکر جيل ۾ آئون آخري سياسي قيدي هوس جيڪو ٢٩ سپٽمبر تي آزاد ٿيس. منهنجي هوندي ذوالفقار علي ڀٽو ۽ ممتاز ڀٽو گرفتار ٿي اتي آيا.



جي - ايم سيد شيخ مجيب الرحمان کي هوٽل انٽرڪانٽيننٽل ۾
لنگهي ڀرائي رهيو آهي. (١٩٦٩ع)

# هڪ عام جائزو
# عوامي ليگ ۽ پيپلز پارٽي

ٻنهي شخصن جي جائزي سان گڏ ضروري آهي تہ سندن پارٽين جو بہ هڪ عام جائزو پنهنجي خيال ۽ سوچ مطابق پيش ڪريان تہ جيئن صحيح ڪاٿو ڪرڻ ۾ آساني ٿئي.

**عوامي ليگ**

برصغير جي ورهاڱي کان ٿورو پوءِ ان وقت جي اهم بنگالي سياستدان ۽ متحده بنگال جي وزيراعظم حسين شهيد سهروردي، پاڪستان ۾ هڪ پارٽي ۽ هڪ شخص جي حڪومت ۽ پوچا مان بيزار ٿي، پاڪستان ۾ اپوزيشن جي بنياد لاءِ جناح عوامي ليگ نالي پارٽيءَ جو بنياد وڌو. اهائي پارٽي اڳتي هلي عوامي ليگ بڻي، ڇو تہ، نہ سهرورديءَ کي ۽ نہ وري بنگالين کي جناح جي لفظ سان ڪا دلچسپي هئي.

عوامي ليگ جڏهن حقيقي معنيٰ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ شروع ڪيو تہ ان ۾ اهي سڀ ماڻهو شامل ٿي ويا جيڪي پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هڪ شخص ۽ هڪ پارٽيءَ جي حقيقي ۽ نظرياتي جارحيت جي ڪري پنهنجي سياست ڪري نٿي سگهيا ۽ سياست کان پاسو ڪري ويهي رهيا هئا. پوءِ هنن جڏهن محسوس ڪيو تہ هڪ جماعت، هڪ شخص آهي جيڪو مسلم ليگ جي نظرياتي جارحيت کي للڪاري رهيو آهي، تہ پوءِ احراري، پراڻا ڪانگريسي، وچولي ڪلاس جا ترقي پسند، سوشلسٽ، سيڪيولرسٽ ۽ آزد خيال ماڻهو ان ۾ شامل ٿي ويا. ۽ عوامي ليگ ٿوري ئي وقت ۾ سموري پاڪستان ۾ عام طرح، اوير بنگال مان خاص طرح، مسلم ليگ جا تڏا ويڙهي ڇڏيا. پوءِ بہ هي جماعت پنهنجو پڪو ۽ دائمي اثر صرف هڪ قوم بنگال ۾ قائم ڪري سگهي. ڇو تہ بنگالي قوم باقي سموري پاڪستان توڙي هندوستان مان سياسي طرح وڏيڪ باشعور ۽ اڳتي وڌيل هئي ۽ اُتي قرلت بہ وڏيڪ هئي.

بنگال ۾ مقامي ماڻهو نہ وڏو زميندار هو ۽ نہ ئي وڏو سرمايہ دار. ان ڪري اتي يا بنهہ غريب ماڻهو هو. صدين تائين ڏڪار ۽ ٻوڏ جو ستايل. يا وچولو ڪلاس. ذهين. سجاڳ. متحرڪ ۽ مستقبل ۾ جهاتيون پائيندڙ. حقيقت ۾ اهو ڪلاس ئي عوامي ليگ جو دماغ هو. اتي جو دانشور، جنهن جو قلم ايڪسري مشين وانگر هر شيءِ پنهنجي عوام اڳيان پڌري ڪري رکندو هو. بلڪل چٽي ۽ صاف. اهو دانشور عوامي ليگ جون اکيون هو. ۽ ست ڪروڙ بنگالي عوام عوامي ليگ جي ڌڙڪندڙ دل هئا. اهوئي سبب آهي جو عوامي ليگ وچولي ڪلاس جي جماعت بنجي ويئي. ان تي نہ اولهہ پاڪستان جو سيٺ قبضو ڪري سگهيو. نڪو چوڌري، نواب. خان ۽ پوتار ئي انکي پنهنجي جاگير بنائي سگهيو. ان ڪري عوامي ليگ بنگالي قومي نجات واري جدوجهد ۾ اهو تاريخي ڪردار ادا ڪيو. جيڪو نئدي ڪنڊ ۾ ڪانگريس ۽ سموري دنيا ۾ قومي آزاديءَ جي تحريڪن ادا ڪيو آهي.

منهنجو خيال ۽ سوچ آهي تہ سموري دنيا ۾ قومي آزادي جي تحريڪن توڙي قومي جمهوري انقلابن جي تحريڪ ۾ اهم، اثرائتو ۽ فيصلہ ڪن ڪردار انهن پارٽين ادا ڪيو آهي، جنجي رهنمائي فڪري توڙي عملي طرح وچولي ڪلاس ڪئي آهي. وچولي ڪلاس جون پارٽيون جيڪي آئيني جدوجهد ڪان آهستي آهستي غيرآئيني جدوجهد طرف وڌنديون آهن، سي نہ رڳو عوام جي سياسي تربيت، ڪين آزاديءَ جو شعور ۽ ظالمن جي جبر جو ڀرپور احساس ڏياريندڙيون آهن. پر ان سموري عمل ۾ هو پهرين قسم (Number One) جو سياسي ڪيڊر بہ پيدا ڪنديون آهن. اهي پارٽيون هڪ قسم جا ڪارخانا بنجي وينديون آهن. سياسي ورڪرن ۽ سياسي ليڊرن جي پيدا ڪرڻ جا. ان جي پيٽ ۾ ايتري فعال ليڊرشپ پئي ڪنهن طريقي سان پيدا ٿيڻ ڏاڍي ڏکي هوندي آهي.

مٿي مون آئيني جدوجهد ۽ غيرآئيني جدوجهد جا اصلاح استعمال ڪيا آهن. حقيقت ۾ اهي بہ اصلاح قابض ۽ حاڪم ڌر جا آهن. باقي قومي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ جماعتن، گروهن ۽ ٽولن لاءِ ڪا بہ شيءِ غير آئيني نہ هوندي آهي، سواءِ غير ملڪي ۽ غير قومي قبضي ۽ تسلط جي. ان قبضي، پرماريت ۽ تسلط کي جنهن ذريعي، وسيلي ۽ قدم سان ختم ڪري سگهجي تہ سو غلام قوم لاءِ بلڪل آئيني ۽ پوتر آهي. پر وچولي ڪلاس جون

آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ جماعتون ابتدا ۾ انهن ئي حدن ۾ وڌڻ ويجهڻ لڳنديون آهن، جدوجهد ڪنديون ۽ حق ڏهرنديون آهن. جن حدن جي موڪل قابض ڌرين طرفان مليل هوندي آهي. پوءِ آهستي آهستي انهن سرحدن ڏانهن وڌنديون آهن جتي آزاديءَ جي اندلٺ جا رنگ هوندا آهن ۽ اهي سرحدون حاڪمن طرفان مقرر ڪيل حدن کان ٻاهر هونديون. تڏهن پوءِ ٻنهي جو ٽڪر شروع ٿي ويندو آهي. ان وقت غير آئيني جدوجهد جنم وٺي جوين جا ڏاڪا چڙهڻ شروع ڪندي آهي. اها غير آئيني جدوجهد ڪيڏي به ڏکي، ڪيڏي به موتمار ۽ تباهه ڪُن ڇو نه ٿئي، پر وچولي ڪلاس جون اهي پارٽيون ۽ انهن جي ليڊرشپ ڏاڍي سورهيائي ۽ اورچائيءَ سان مقابلو ڪندي رهندي آهي، جنگ هلندي هو هر هٿيار استعمال ڪندي آهي. ڳالهيون، مذاڪرات، گول ميز ڪانفرنسون، سيڪجهه ٿيندو آهي، پر آزاديءَ تان دستبرداري قبول نه ڪنديون آهن. مون ڪٿي نه پڙهيو آهي ته آزاديءَ جي ويڙهه هلندي اهي پارٽيون آزاديءَ تان هٿ کڻي ويون هجن.

حقيقت ۾ وچولي ڪلاس جي موقعي پرستي ۽ مفاد پرستي انوقت ڪم ڪرڻ شروع ڪندي آهي، جڏهن ملڪ آزاد ٿي ويندو آهي ۽ قومي آزاديءَ جو جهنڊو غيرملڪي جهنڊي جي جاءِ والاريندو آهي. اهڙي وقت ۾ وچولي ڪلاس جي انهيءَ موقعي پرستيءَ کي ناڪام بنائڻ ۽ آزاديءَ جو حقيقي ڦل پوري عوام جي صحت لاءِ استعمال ڪرڻ جو طريقو اهو آهي ته آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ڪيتري قدر نظرياتي طرح قوم جا حقيقي جان نثار ۽ سپوت، پٽ ۽ ڌيئرون اڳتي وڌي ٿا اچن. جيڪڏهن اهي آزاديءَ جي انهيءَ شاندار ۽ عظيم جدوجهد ۾ نِهرو بنجي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿا ٿين ته پوءِ آزادي حقيقي آزاديءَ ڏانهن وڌندي ويندي، پر جيڪڏهن اهي ڪنهن خوندڪر مشتاق جي اڳتي اچڻ لاءِ جاءِ خالي ڇڏي وڃي ڪتابن جي فارمولن ۾ پناهه ٿا وٺن، يا پاشانيءَ وارو ڪردار ادا ڪن ٿا ته پوءِ ان آزاديءَ کي حقيقي آزاديءَ ڏانهن اڳتي وڌڻ ۾ بيپناهه رڪاوٽون سامهون اينديون رهنديون.

عوامي ليگ جيئن ته وچولي ڪلاس جي پارٽي هئي، ۽ وچولي ڪلاس جي پارٽين ۾ جيڪي به خصوصيتون ۽ خاميون ٿين ٿيون، سي هن ۾ موجود هيون، هن آئيني جدوجهد کان پنهنجو سفر شروع ڪيو ۽ بلڪل آهستي آهستي غير محسوس ٿيندڙ طريقي سان غير آئيني سرحدن ڏانهن

وڌڻ شروع ڪيو. هن آئيني جدوجهد وسيلي انهن سڀني شين جو عوام ۾ ڪي احساس ڏياريو جيڪي شيون غير قومي قبضي جون لازمي خاصيتون هونديون آهن، قرلت جي لعنت جا ماريل جلوس، جبر ۽ تشدد جي سوئرن جون لوڏون.

عوامي ليگ جو ١٩٦٦ع کان اڳ واروڪردار وچولي ڪلاس جي اهڙي پارٽيءَ وارو ڪردار هو جيڪا اليڪشن، نوڪرين وغيره جا مطالبا ڪندي رهندي آهي. جيئن انڊين نيشنل ڪانگريس مهاتما گانڌي جي اچڻ کان اڳ ۾ مطالبا ڪندي رهندي هئي ۽ قرار دادون پاس ڪندي رهندي هئي. پر جيئن انڊين نيشنل ڪانگريس ورڪر ۽ ليڊر پيدا ڪرڻ وارو ڪارنامو سرانجام ڏيندي پئي آئي تيئن عوامي ليگ به مستقبل جي قومي آزاديءَ جي تحريڪ لاءِ بيشمار ڪارڪن ۽ شيخ مجيب الرحمان کان پوءِ تاج الدين، قمرالزمان ۽ نذرالاسلام جهڙا ٻي صف جا ليڊر پيدا ڪندي ٿي آئي.

وچولي ڪلاس جي پارٽين ۾ ليڊر شپ ڪي پارٽي جنم ڏيندي آهي. ان ڪري عوامي ليگ شيخ مجيب الرحمان کي وجود ڏنو. هو ڪو مٿان نازل ٿيل ليڊر نه، پر بنيادي طرح ورڪر کان اڳتي وڌي ليڊر ۽ رهنما ثابت ٿيو. جيتوڻيڪ ابتدا کان وٽي هو قومپرست ۽ احتجاجي طبيعت جو مالڪ هو.

جيئن چيو ويندو آهي ته جڏهن پاڪستان جي پهرئين گورنر جنرل ڍاڪا ۾ اردوءَ کي قومي زبان بنائڻ جو اظهار ڪيو ته مجيب الرحمان ايڏي وڏي قدآور شخصيت جي خلاف ڍاڪا ۾ هڪ مظاهري جي اڳواڻي ڪئي. يا سهروردي جي حڪومت ۾ جڏهن ايئر فورس ۾ بنگالي نوجوان گهٽ کنيا ويا ته هن سهرورديءَ جي خلاف سخت احتجاج ڪيو. جنهن سهرورديءَ کي هو هميشه "بابا" چوندو هو.

انهيءَ ليڊر جي اڳواڻيءَ ۾ جڏهن عوامي لگ غير آئيني جدوجهد ۾ قدم رکيو ته انهيءَ پارٽيءَ، جدوجهد ۽ قربانيءَ جو لاثاني ۽ لافاني ڪارنامو سرانجام ڏنو. ٩ مهينا وحشيانه قتلام جاري رهيو. رت، باهه، عصمت دريون، قتل، عذاب ۽ عقوبت جا سڀ جديد ۽ قديم ذريعا استعمال ڪيا ويا. پر انهيءَ وچولي ڪلاس جي پارٽيءَ جو هڪ ماٿهو به قابض قوم خريد ڪري يا پنهنجي منزل کان ٿيڙيءَ لوڏي نه سگهي، عذاب ۽ عقوبت جيئن وڌندا ويا تيئن عزم ۽ حوصلي ۾ پختگي ايندي ويئي.

جيئن جيئن تپي ڏينهن.
تيئن تيئن تاٿي پنڌ ڪي.

جديد دور جي هن سراج الدولہ جي اڳواڻي ۾ ڏکڻ ايشيا جي هن صرف هڪ سياسي جماعت اهو ڪارناموں ڪري ڏيکاريو جو هن پرڳڻي جي تاريخ صدين کان اهڙيءَ شئي ان نموني نہ ڪري سگهي ۽ نہ ڪري سگهندي. پوءِ جڏهن قومي جهنڊو ڦڙڪڻ شروع ٿيو، بنگال آزاد ٿي ويو. عوامي ليگ آزاديءَ جي مجاهد بدران حڪمران هستي بنجي ويئي. تہ پوءِ ان جون اهي سڀ ڪمزوريون ۽ خاميون ابري سامهو آيون جيڪي اهڙي قسم جي پارٽين ۾ هونديون آهن. عام ڪارڪن ۽ عام ماڻهو جنهنجي ايڏي نظرياتي تعليم نہ هئي. سو ذاتي نفعي ۽ عهدن جي لالچ ۾ گرفتار ٿي ويو. هر نئين آزاد ٿيل ملڪ ۾ جيڪا وسيلن جي اڻاٺ ٿئي ٿي ان هيڪاري بيروزگاري ۽ ڪرپشن ۾ واڌارو ڪيو.

آزاديءَ جي ديوي بنگلاديش ۾ خونخوار ديوَ جي روپ ۾ ظاهر ٿي آئي. پارٽيءَ جي صفن ۾ حسد ۽ رقابت جون بيماريون وڌڻ لڳيون، ورڪر ۽ ليڊر ڀهراڙيءَ ۾ پارٽيءَ جي ڪم کي ڇڏي گاديءَ واري هنڌ ڏانهن ڊوڙڻ لڳا. پراڻي بيوروڪريسي ۽ فوج آهستي آهستي بنگلاديش جي آزاديءَ تي، پاڪستان، آمريڪا ۽ چين جي مدد سان راتاها هڻڻ جون تياريون ڪرڻ لڳي. شيخ صاحب جي چوڌاري وچين ڪلاس جا انتهائي رجعت پرست ۽ موقعي پرست گڏ ٿيڻ لڳا. مجيب الرحمان ٽن سالن جي مختصر مدت ۾ اجان بنگالي بيواهن ۽ يتيمن جا ڳوڙها ئي اگهڻ ۾ پورو هيو تہ نہ رڳو سندس گهر ۽ بنگلاديش جي ڪروڙها گهرن کي پر پوري دنيا جي وطن پرست ۽ قومي آزاديءَ جي مجاهدن جي گهرن کي رجعت پسند ماتم ڪده ۾ بدلائي ڇڏيو. اهڙيءَ ريت قومي آزاديءَ جي هن عظيم مجاهد جو حشر بہ عدنان مندريس، ڊاڪٽر مصدق، لومنبا ۽ سوئيڪارنو جهڙو ٿيو ۽ عوامي ليگ پنهنجن تنظيمي خامين، ڪمزورين جي ڪري پنهنجي ليڊر کي آزاديءَ جي صحيح تعمير ڪرڻ لاءِ جسماني طرح بچائي نہ سگهي. نتيجي طور خود عوامي ليگ بہ اڄ فوجي حڪمران جي مقابلي ۾ مخالف بينچن تي ويٺي آهي.

شيخ صاحب ۽ عوامي ليگ کي ڪپندو هو تہ سڀ کان پهريان ان آرميءَ کي ٽوڙين ها، جنهنجي تربيت پهرين انگريز آرميءَ جي اصولن تي ٿي

هئي ۽ پوءِ پاڪستان آرميءَ جو حصو بڻي هئي. اها پاڪستان آرمي جنهنکي ٽي ڀيرا پنهنجي ملڪ فتح ڪرڻ جو اعزاز حاصل هو. ١٩٥٣ع - ١٩٥٨ع - ١٩٦٩ع ۾. بنگالي آرمي بهرحال انجو حصو هئي. انکي بہ اهي سبق مليا هئا. انکي بہ ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ڪرڻ جو ساڳيو تجربو ٿيل هو. انهيءَ ڪري انهيءَ آرميءَ جي ڪابہ ضرورت نہ هئي.

ٻئي نمبر تي مڪتي باهميءَ جي مجاهدن کان هٿيار وٺڻ. بدران، انکي باقاعدي هڪ محافظ تنظيم ۾ تبديل ڪن ها ۽ انجي ذريعي ئي ملڪي امن و امان جو مسئلو نبيرين ها. پراڻي بيرو ڪريسيءَ بدران بنيادي تبديليون پيدا ڪري نظام هلائڻ ۾ انقلابي ترقي پسند ڪارڪنن کي شريڪ ڪن ها، تہ جيئن انهن جو عوام سان ويجهو رابطو رهي ها. پر افسوس جو ائين نہ ٿي سگهيو ۽ پارٽيءَ سمجهيو تہ اسان آزاديءَ جي جنگ کٽي ورتي تہ سڀ ڪجهہ ٿي ويو. شيخ صاحب جو بنگالي آرميءَ تي حد کان وڌيڪ اعتماد پڻ سندس زوال جو سبب بنيو. مشهور سنڌي اديب موهن ڪلپنا لکيو آهي تہ ”اندرا گانڌي ڪيس ٻڌايو تہ هن (اندرا) شيخ مجيب کي اڳوات چتاءُ ڏنو هيو تہ بنگالي فوج سندس تختو اونڌو ڪرڻ جو منصوبو ٺاهي ورتو آهي پر مجيب ان چتاءُ تي ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو تہ ڪو بنگالي فوج بہ سندس خلاف اهڙو قدم کڻي سگهي ٿي جنهن آرميءَ کي هن ٿيهہ لک عوام جي قرباني ڏيئي پاڪستان کان آزادي ڏياري وڏا عهدا ماڻڻ جا موقعا موجود ڪري ڏنا آهن“. سندس اهو حد کان وڌيڪ بنگالي فوج تي اعتماد کيس مهانگو پيو. ۽ بنگلاديش، آرميءَ جي قبضي هيٺ هليو ويو. جتان اڄ ڏينهن تائين نہ نڪري سگهيو آهي ۽ خبر ناهي اتي عوامي راڄ جي ڪبوتر جي نڙي اڃان ڪيترو وقت فوجي ديو جي قبضي ۾ رهندي. بنگلاديش تي فوج جي انهيءَ قبضي کي ڏسي هتي پاڪستان ۾ ڪافي ترقي پسند ڌريون بہ اهو چئي رهيون آهن تہ آزاد ٿيڻ سان بنگالين کي ڇا مليو. ۽ ٻين لفظن ۾ بنگال جو آزاد ٿيڻ وارو عمل غلط هو. اها پروپيگنڊا ساڄي ۽ کاٻي ٻنهي ڌرين طرفان ٿي رهي آهي. کاٻي ڌر وارا اهو دليل ڏين ٿا تہ اتي جي آزاديءَ جو ڦل عوام کي ڪونہ مليو ۽ ساڄي ڌر وارا چون ٿا تہ بنگالي هتي وڌيڪ سُکيا هئا آزاد ٿيڻ جي ڀيٽ ۾.

حيرت رڳو انهيءَ ڳالهہ تي آهي تہ فوجي قبضا ٽين دنيا جي گهڻو

ڪري انهن سڀني ملڪن ۾ ٿيا آهن جتي آزاديءَ جي ويڙهه جي قيادت وچولي ڪلاس ڪئي ۽ آزاديءَ کان پوءِ اهي پارٽيون اقتدار ۾ آيون جن جو مزاج ذهن ۽ ضمير غير وچولي ڪلاس وارو هو. پر انهن ملڪن، مثال طور ترڪي، انڊونيشيا، گهانا، زائر، لبيا وغيره جي آزاديءَ واري عمل کي ڪو به ڪاڀي ڏرجو دانشور غلط نه ٿو ڪوٺي ته ڪو انهن ملڪن انگريزن، ڊچن، پورچو گيزن ۽ اٽالين کان آزادي وٺي غلطي ڪئي انهيءَ کان بهتر هو ته اهي ملڪ آقائن جي قبضي ۾ ئي رهن ها. ۽ ساڄي ڌر کان ڪو خدا جو بندو پڇي ته پوءِ پاڪستان جي باري ۾ ڇا خيال آهي. جتي خدا جي حڪم سان "مومن" جي لاڦ پئي لڳي. پر اتي بنهي ڌرين کي سڀ سُونگهي ويندو. عوامي ليگ کي نه رڳو جنگ آزاديءَ ۾ مصيبتن کي منهن ڏيڻو پيو پر آزاديءَ کان پوءِ نه رڳو پنهنجي ليڊر کان سندس آل اولاد سميت محروم ٿي ۽ پوءِ اقتدار ته ويو پر هنجي لاءِ هڪ اهڙي اڻ کٽ جنگ جو سلسلو ويو ڊگهو ٿيندو. گوليون، ڦاسيون، ڪرائي جي غنڊن ۽ قاتلن هٿان قتل، عصمت دريون، فوجي ڪورٽن وسيلي ڳرا ڏنڊ جلسن جلوسن تي بندش، چندي چاڙيءَ تي بندش، ويندي ايتري حد تائين جو جيڪڏهن اها خبر سرڪار کي پئجي وڃي ته فلاڻي ماڻهوءَ عوامي ليگ کي هيتري کي هيتري مدد ڪئي آهي ته اهو ماڻهو ڪاٺ ۾، مال ملڪيت ضبط. اهڙي قسم جون ڪارروايون رڳو عوامي ليگ کي سياست مان ختم ڪرڻ لاءِ ڪيون ويون پر جڏهن انهن ڪارروائين سان به عوامي ليگ ختم نه ٿي ته پوءِ فوجي درندن هڪ ئي ڌڪ سان عوامي ليگ جا چار چوٽيءَ جا ليڊر جيل ۾ قتل ڪري ڇڏيا انهن ۾ اها اهم شخصيت به هئي جيڪا مجيب جي گرفتاريءَ وقت بنگلاديش جي آزاد حڪومت جي سربراهي ڪري رهي هئي. اها شخصيت هئي تاج الدين احمد جي. مجيب جي خاندان جي خاتمي کان پوءِ هو ٻيو ڪاري وار هو جنهن سان عوامي ليگ کي ختم ڪرڻ لاءِ ليڊرن کان محروم ڪرڻ واري سِٽا سٽي ويئي. اهو ڌڪ اهڙو هو جو عوامي ليگ جهڙي جماعت جو وري اڀرڻ ۽ اسرڻ ناممڪن نظر پئي آيو. پر هي جماعت جنهن کي ويهن سالن جو تاريخي پس منظر، بيشمار ڪارڪنن جو اٿاهه ۽ عوامي تائيد حاصل هئا، سا ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ اهو ڌڪ پچائي ويئي ۽ پنهنجي اثر کي ڪنهن حد تائين بنگالي قوم ۾ باقي رکي سگهي. جيتوڻيڪ قابض سامراج نواز ٽولن اڄ

سوڌو هن جماعت کي هر طريقي سان اقتدار کان ٻاهر رکڻ ۽ آزاد بنگلاديش جي تعمير کان روڪڻ جا سڀ انتظام پئي ڪيا آهن ۽ صرف عوامي ليگ کي اقتدار کان ٻاهر رکڻ لاءِ هن ملڪ جي ننڍڙي ڄمار ۾ چار ڀيرا ملٽريءَ کي اقتدار تي قبضو ڪرڻو پيو آهي. انهن سڀني سختين جي باوجود، انهيءَ بار بار جي ملٽري آپريشن جي هوندي به هي جماعت اڄ به بنگلاديش جي مضبوط، فعال ۽ وڏي ۾ وڏي پارٽي آهي هوءَ اڄ به بنگلاديش جي عوام جي حقيقي نمائنده پارٽي آهي ۽ هن ۾ وڏي پيماني تي ڪا به گروهه بندي ناهي ٿي. اڄ هن جماعت حقيقي طور سڃاتو آهي ته بنگلاديش جي آرمي هڪ اداري جي حيثيت ۾ بنگلاديش لاءِ فائديمند نه پر نقصانڪار آهي انڪري اهو ادارو ختم ٿيڻ گهرجي. اهي لفظ بنگلاديش عوامي ليگ جي سربراهه شيخ حسينه واجد جا آهن. ۽ شايد ٽين دنيا جي مڊل ڪلاس جي پارٽين مان عوامي ليگ ئي اهڙي پارٽي آهي جنهنجي اڳواڻ انهن سوئرن جي لوڌ واري اداري جي پوري ريت خاتمي جو اعلان ڪيو آهي ته جيڪو ادارو عوام جي ٽيڪس مان پگهار کڻي پلجي ۽ هر وقت پنهنجي عوام کي فتح ڪرڻ جون رٿون تيار ڪندو رهي، اهو بحيثيت اداري ختم ٿيڻ گهرجي.

هن وقت بنگلاديش هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت ۾ آهي. ان ڪري عوامي ليگ جي پاليسي تحريڪ هلائڻ ۽ مزاحمت ڪرڻ. جي اها نه آهي جيڪا پاڪستاني قبضي وقت هئي اهو ئي سبب آهي جو هن وقت عوامي ليگ آئيني ۽ قانوني حدن اندر اليڪشن ۾ حصو وٺي رهي آهي ۽ حصو ورتو اٿس. ان سلسلي ۾ عوامي ليگ جي ليڊر جو چوڻ آهي ته منهنجي پارٽي ١١ سالن کان وٺي لڳاتار رستي تي ايجي ٽيشن ۾ رهي ۽ منهنجي ورڪر ايترو ته سٽو آهي جو هن وقت ان کي ساهي کڻڻ ۽ آرام ڪرڻ جي ضرورت آهي. جهڙي طرح لڳاتار محنت سان هڪ فرد ٿڪجي پوندو آهي، اهڙيءَ ريت ڪڏهن ڪڏهن قومون، جماعتون ۽ پارٽيون به ٿڪجي پونديون آهن. ان ڪري ڪين مورچن مان ٻاهر ڪڏي عام رواجي زندگيءَ ۾ اچڻ جي ضرورت هوندي آهي ته جيئن اهي تازا توانا ٿي وري ميدانِ جنگ، ميدان تحريڪ ۽ جدوجهد جي شاندار معرڪي ۾ لهي سگهن. ووٽن ۾ حصو وٺڻ جو ٻيو سبب اهو آهي ته حاڪم ڌر جي بدمعاشين ۽ ڪميٽپاڻين کان عوام ۽ عالمي راءِ کي واقف ڪري سگهجي ته فوجي ڊڪٽيٽر ڪهڙيءَ ريت بندوق، ڏنڊي ۽ ڦٽڪي جي

برتري قائم رکڻ لاءِ عوام جي امنگن، خواهشن، محبتن ۽ نفرتن کي چٽين ۽ چيپاتين ٿا. ۽ انهن کي عوام جي ڀلائي، قومي ڀلائي ۽ انسانيت جي ناقابل تبديل حقن ۽ واسطن سان ڪو به واسطو نه آهي. اهو سبب پڻ آهي ته عوام جي همدردين، لاڙن، جوش ۽ جذبي جو اندازو لڳايو وڃي ته اهو ڪيتري حد تائين آزاديءَ جي ماءُ عوامي ليگ سان پنهنجا ڀاڳ وابسته سمجهي ٿو.

حقيقيت ۾ ڪنهن به جماعت سان عوام جي لڳاءُ جو ڪاٿو ڪرڻ جا وچولي ڪلاس جي جماعتن وٽ به ٻي رستا هوندا آهن. هڪ عام هڙتال جي اپيل ۽ ٻيو عام چونڊن ۾ حصو وٺڻ. عوامي ليگ فوجي راڄ جي خلاف اهي ٻئي طريقا اختيار ڪري نه رڳو ايشيا ۽ آفريڪا جي ماڻهن کي پر يورپ ۽ آمريڪا جي عوام ۽ فوجين جي سرپرست سامراجي حڪومتن تي پڻ ثابت ڪري ڇڏيو آهي ته بنگلاديش ۾ عوامي ليگ واحد طاقتور جماعت آهي جنهن سان ئي اتي جو عوام اجان تائين پنهنجون قسمتون واڳيل سمجهي ٿو ۽ انهيءَ جماعت وسيلي هو پنهنجي خوبصورت خوابن جي سدا ملوڪ تعبير ٿيندي محسوس ڪري ٿو. اهوئي سبب آهي جو منهنجي خيال ۾ ٽين دنيا ۾ جتي جتي به عوامي محبتن جي قلواريءَ کي فوجي آمرن جي بوٽن هيٺان چيپاٽيو پيو وڃي انهن سڀني ملڪن ۽ قومن جي جماعتن ۾ عوامي ليگ سڀني کان طاقتور، منظم، همه گير ۽ جدوجهد ۾ ثابت قدم رهڻ واري جماعت ۽ تحريڪ آهي جنهن فوجي اداري کي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ جنهن فوجي جنرلن کي ذهني ۽ اعصابي طرح مڪمل شڪست ڪاڏل بنائي ڇڏيو آهي. انهيءَ جو واحد سبب آهي ته هيءَ جماعت وچولي طبقي جي جماعت آهي جنهن سان ڪروڙن جي تعداد ۾ غريب ڪارڪن، مزدور، هاري ۽ شاگرد دانشور ۽ ننڍو واپاري ڳنڍ آهي. ۽ انهن سڀني جا خواب اڌورا رهجي ويا آهن ۽ انهن کي آزاديءَ جو اهو ڦل نه مليو آهي جنهن لاءِ هو آزاديءَ جي خونخوار ۽ ڇتي ويڙهه وڙهيو هو. ڇو ته فوجي حڪومت جتي ڪٿي سرمايدارن جي نمائندگي ڪندي آهي.



جي- ايم سيد شيخ مجيب الرحمان کي هوٽل انٽر ڪانٽيننٽل ۾ ڊنل
هڪ ضيافت جي موقعي تي سندس آڌر ڀاءُ ڪري رهيو آهي. شيخ
عزيزالله ٻير يسٽر وچ ۾ بيٺل آهي. (١٩٦٩)

# مجيب الرحمان جو ورثو

عام طرح جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي ورثي جو ذڪر ڪيو ويندو آهي تہ ان ۾ سندس اهل اولاد، موڙي، مال ملڪيت، زمينن ۽ جائداد کي ڳڻيو ويندو آهي ۽ پوءِ انهيءَ حساب سان ان کي بدنصيب يا خوش قسمت جا سرٽيفڪيٽ ڏنا ويندا آهن. اهو قانون انهن سڀني اميرن توڙي غريب ماڻهن سان لاڳو آهي جيڪي زندگيءَ جو مقصد انفرادي تصور ڪندا هجن ۽ صرف انفرادي زندگي خوشحاليءَ سان گذارڻ چاهيندا هجن. پر دنيا ۾ اهڙا هزارين ۽ لکين ماڻهو ٿيا آهن ۽ ٿيندا رهندا. جن زندگيءَ جو مقصد ڪنهن اُچي اعليٰ ۽ عظيم آدرش جي حاصلات کي بنايو ان لاءِ جدوجهد ڪيائون. ڪي اهو آدرش ماڻي ويا تہ ڪي انهيءَ راهہ ۾ اجل جو شڪار ٿي ويا. اهڙن انسانن ۾ اديب، شاعر، فلاسفر، سائنسدان، سماج سڌارڪ ۽ سياستدان اچي ٿا وڃن، جن کي جلاوطن ڪيو ويو، ڦاسيءَ چاڙهيو ويو، تيل ڪڙاهيءَ ۾ ڪاڙهيو ويو، گهاڻن ۾ پيڙهيو ويو، جيئري کلون لاهرايون ويون. ڪتن، چيتن ۽ شينهن جو کاڄ بنايو ويو. آل، اولاد سوڌو قتل ڪرائي مٿن گهوڙا ڊوڙايا ويا. اهڙن ماڻهن جو ورثو، انساني قافلي جي عام انسانن کان الڳ، ڌار ۽ نرالو ٿيندو آهي، جيڪو غير فاني، دائمي اثر رکندڙ ۽ انسانيت جي ڪيترن ايندڙ نسلن لاءِ روشني ۽ رهنمائي جو ڪارڻ بڻبو آهي. سقراط، عيسيٰ، فارابي، ابن سينا، فردوسي، ابوالعليٰ معريٰ، مانڪ، ابو حنيفہ، ڪالي داس، منصور، سرمد، شاهہ عنايت، لطيف، مارڪس، لينن، گانڌي، مائو ۽ مجيب الرحمان جي ورثي جي ذڪر ۾ مال ملڪيت ڳڻڻ ئي حماقت آهي. انهن جو جيڪو بہ سرمايو آهي سو آهي سندن فڪر جي روشني، سندن جدوجهد، سندن تخليقون، سندن خدمتون، قومن، ملڪن ۽ انسانيت لاءِ. جيڪي دائمي آهن، ديرپا آهن ۽ سدائين تاريخ جي صفحن ۾ ياد رهڻ واريون آهن ۽ پڻ انسانيت جي تاريخ جون محرڪ قوتون ٿي رهنديون.

(١) شيخ مجيب الرحمان جو سڀ کان وڏو ورثو آهي. بنگالي قوم کي غلاميءَ جي دشمن، منظم ۽ فعال قوم بنائڻ، منجهائن خوف، بزدلي،

لالچ ۽ ذلت وارا لاڙا تڙي ڪيڻ. بُک ۽ بيروزگاري، ڪمزوري ۽ ٻانهپ جي خلاف سورهيائيءَ سان جدوجهد ڪرڻ ۽ پنهنجي شاندار جياپي لاءِ ايڏي بلنديءَ واري جدوجهد ڪرڻ جو. ان واٽ ۾ مال ملڪيت، جان ۽ عصمت لٽائڻ جي ڪا بہ پرواهہ نہ ڪرڻ. اها بنگالي قوم جنهنجي ڪامٽي هڪ روپيہ تي پاڪستاني واپاري، دانشور، آفيسر ۽ فوجي سولجر ڪي پنهنجو جسم آڇيندي هئي، جتي اوپر جي چانورن تي بنگالي ٻار پاڻ ۾ وڙهندا هئا، جتي هڪ نوڪر جي پگهار ۾ چار بنگالي ڪمائڻ لاءِ منٿون ڪندا هئا ۽ جتي ڊبل روٽيءَ جي ٽڪري لاءِ هڪ بنگالي عورت سڄو ڏينهن پنجاپين جا ڪپڙا ڌوئيندي هئي، مجيب ان صدين جي پيڙيل نپوڙيل قوم کي هڪ نئين نڪور، بهادر ۽ دشمن جي اکين ۾ اکيون وجهي ڳالهائيندڙ قوم بنايو. جنهن تمام مختصر وقت ۾ دنيا جي بي مثال جنگ وڙهي آزادي حاصل ڪئي.

(٢) ٻيو نمبر شيخ مجيب الرحمان جي ميراث آهي آزاد بنگلاديش جو وجود ۽ قيام. بنگال، جنهن ١٧٥٧ع ۾ سراج الدولہ جي شهادت سان پنهنجي شاندار آزادي وڃائي هئي جنهن جي ڪيتن ۽ چيتن تي غير ملڪي قبضو ۽ تسلط قائم ٿي ويو هو جنهن جي صنعت ۽ اقتصاديات کي تباهہ ڪيو ويو هو. جنهن جي ڪاريگرن جا هٿ وڍايا ويا هئا ۽ ململ جي ڪارخانن کي باهيون ڏنيون ويون هيون ۽ انهن جي واپسيءَ لاءِ ٻن سو سالن کان بنگال جي هزارها پٽن ۽ ڌيئن لونءِ ڪانڊاريندڙ قربانيون ڏنيون هيون، رت ۽ باهہ جي راند ڪيڏي هئي. گنگا ۽ ميگهنا جي ٻيلن ۾ آزاديءَ جي ويڙهہ وڙهندي پنهنجون عمريون ڏنيون هيون پر آزاديءَ جو صبح ڏسي نہ سگهيا هئا. جنهن آزاديءَ لاءِ نذرل ۽ ٽيگور جا گيت مدتن تائين فضائن ۾ لهرون پيدا ڪندا رهيا هئا. اها آزادي مجيب الرحمان وٺي ڏيکاري ۽ بنگال جي آزاد جهنڊي کي هُن اقوامِ متحده ۾ پهچايو. جڻ بنگال جي سرزمين جا صبح ۽ سانجهيون، سٽيءَ جي ڪيتن جي سرهاڻ ۽ سُونهن، ڪنوارن گيتن جا ٻول ۽ رنگ رتول، مانجهين جا راڳ ۽ روپ، سارين جي فصل جي ساوڪ ۽ لوڏ، محبتن جا رُساما ۽ سرچاءَ، چانڊوڪين ۾ ڌڙڪندڙ دلين جا جذبا ۽ احساس، زندگيءَ جون پيڙائون ۽ پريتون، هارين جي پگهر هاڻن جسمن جا ٻل ۽ گهنج، مزدورن جي دونهاٽيل جشن جا عذاب ۽ اذيتون، آزاديءَ جي ڪبوترن جا قتيل جسم ۽ رت ڳاڙيندڙ پرَ، صدين کان جنهن سرهي سمي ۽ جنهن سور وير لاءِ واجهائي رهيا هئا. سو اڄي ويو ۽ اهڙي شان سان آيو جو بنگال جي سرزمين تي

آزاديءَ جي سج جو تالهه پنهنجن هٿن ۾ کنيو آيو. غلامي ۽ ڪوجهائپ جي ڏائڻ دانهون ۽ ڪيڪون ڪندي زنجيرن ۾ جڪڙجي. غلام بڻائيندڙ ڪوجهن ماڻهن ڏانهن پڇي ويئي. مسرتن ۽ محبتن جا ڪيئي گل ٽڙي پيا. پيار ۽ پنهنجائپ جا ڪيئي ڪنول ڪڙي پيا. اهو شيخ مجيب الرحمان جو روحاني ۽ ثقافتي ورثو اهڙو آهي جنهن کي نه رڳو سندس قوم پر پوري دنيا ۾ آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ ۽ سوچيندڙ قومون ساهه سان سانڍينديون ۽ ان جو دل جي سچاين سان قدر ڪنديون.

(۳) قومي آزادي لاءِ وڙهندڙ سموري دنيا جي قومن لاءِ شيخ مجيب الرحمان جو ورثو ۽ پيغام آهي سندس شاندار، سورهيائيءَ واري عالمي سامراج ۽ ان جي پٺن سان مزاحمت، مقابلي ۽ دشمنيءَ وارو سدا چمڪندڙ ڪردار، پنهنجي قوم سان پيار، پنهنجي ڌرتيءَ سان محبت ۽ انجي آزاديءَ لاءِ بي ڊپائي ۽ بهادريءَ سان جدوجهد ڪرڻ. دنيا جي تاريخ ۾ اسان جي دور جو هي انسان ائين ٿو محسوس ٿئي ته رڪ جي دماغ ۽ ماڪ جهڙي دل وارو ماڻهو هو. هن جي هڪ پاسي عذاب ۽ اذيت جا تياس هئا. قاسيءَ جو تختو هو. سامهون ڪوٺيل قبر هئي، اگهاڙي جسم سان برف جي نادين تي ليٽيل هو ته ٻئي پاسي حاڪم قوم جي حسينائن جون مُرڪون، سنگ مرمر جهڙا جسم، دولت ۽ عياشيءَ جا سمورا سامان هئا. پر هن چيو "سڀ ڪجهه جهنم ۾ وجهو. مون کي ماري ڇڏي. پر آئون آخري مطالبو اهو ٿو ڪريان ته مون کي مارڻ ڪان پوءِ منهنجو لاش بنگال جي سرزمين ۾ پورجو." شايد هن آقائن جي سرزمين تي پورجڻ پسند نه ٿي ڪيو ته ان ۾ سندس مڙهه کي قرار نه اچي ها يا شايد هن آزاديءَ جي سورمي ڪنهن ڌارئي ملڪ جي سرزمين پنهنجي قبر لاءِ به غصب ڪرڻ نه ٿي چاهي. ڇو ته غلاميءَ تي راضي يا ڪنهن کي غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙڻ هن جي مذهب جي ئي خلاف هو.

**پيپلز پارٽي**

هي پارٽي هڪ شخص جي پيدا ڪيل هئي. هن پارٽيءَ اقتدار ۾ اچڻ ڪان اڳ ۾ ڪا به ڊگهي جدوجهد نه ڪئي هئي، ۽نه ئي وري عوامي ليگ وانگر ڊگهي سفر جي ذريعي هن پنهنجي ڪا ليڊرشپ ئي پيدا ڪئي هئي. اهوئي سبب آهي جو هن پارٽيءَ کي جڏهن جناب ڀٽي جنم ڏنو، تڏهن هن ۾ جيڪي به شخص شامل ٿيا يا اڳتي هلي شريڪ ٿيندا ويا، سي سڀ گهڻو

ڪري اهڙا هئا جيڪي پنهنجي پنهنجي حلقي مان اڪيئي ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان اليڪشن ۾ پيا چوندبا هئا ۽ پارٽيءَ جو باني خود سنڌ جي هڪ مشهور جاگيردار، نواب ۽ سر جو پٽ هو ۽ ڪافي وقت اقتدار ۾ رهي چڪو هو. ان ڪري هن پارٽيءَ، نعرا جيتوڻيڪ ترقي پسند ڏنا، پر سندس مزاج، ڍانچو، تعمير ۽ عهديدارن جي حيثيت ڏسي چئي سگهجي ٿو تہ هيءَ پارٽي جاگيردارن ۽ وڏيرن جي پارٽي هئي. جڏهن آئون هي لکي رهيو آهيان تہ هي پارٽي جاگيردارن ۽ وڏيرن جي پارٽي هئي تہ ان وقت سمجهڻ گهرجي تہ هن پارٽيءَ ۾ ۱۹۴۷ع کان اڳ وارا وڏيرا نہ پر ۱۹۷۰ع وارا وڏيرا هئا. ۽ ۱۹۷۰ع ۾ سنڌ اندر اهي وڏيرا سنڌي قوم جي اڳواڻي ڪري رهيا هئا جيڪي آڪسفورڊ ۽ ڪئمبرج يونيورسٽين جا پڙهيل هئا ۽ جيڪي دنيا جي تمام گهڻي سياسي ڄاڻ ۽ علم وارا هئا ۽ جن جي سامهون ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جي انقلابي جدوجهد، جمهوري تحريڪون ۽ آزاديءَ جون جنگيون گذريون هيون. ان ڪري هن پنهنجي رجعت پسندانہ نظام ۽ ڦرلٽ واري سرشتي کي باقي رکڻ لاءِ انقلابي نعرن ۽ ترقي پسندانہ طريقن کي اختيار ڪيو. انهن نعرن ۽ طريقن جي آڌار تي هن پنهنجي قوم جي قومي حقن کان مڪمل انڪار تي ڪيو. عوام جي سامهون ڪو بہ واضح آئيني خاڪو نہ ٿي رکيو ۽ سماجي جوڙجڪ جو ڪو چٽو تصور پيش نہ ٿي ڪيو.

سنڌ ۽ پنجاب جي سمورن وڏيرن پنهنجو ظالمانہ ۽ اُرهہ زورائيءَ وارو صديون پراڻو نظام نہ رڳو هن پارٽيءَ ذريعي بچندو ٿي ڏٺو پر پاڻ وڌيڪ مضبوط ۽ سگهارو ٿيندو ٿي ڏٺو. انڪري اهي فوج در فوج آل اولاد سميت هن پارٽيءَ ۾ شامل ٿيندا ويا، ۽ پارٽيءَ جي سموري ڍانچي تي قبضو ڪري ورتائون.

جيئن تہ هي پارٽي ڪنهن ڊگهي جدوجهد وسيلي اڳتي نہ آئي ۽ صرف هڪ شخص جي پيداوار هئي، اهو شخص خود بہ سياست جي مٿانهين منزل تي ڪنهن ڊگهي سياسي تربيت، جيلن، قيدن، ڀُک هڙتالن، مظاهرن ۽ جلوسن ذريعي نہ پهتو هو، پر ايشيا جي هڪ بدترين آمريت جي پيداوار ۽ آمر جي خوشامد جي ڪرشمہ سازيءَ جو نتيجو هو. ان ڪري هو نہ پارٽيءَ وٽ جوابدار هو ۽ نہ ئي هن پارٽيءَ ۾ ليڊرشپ جو ڪو ڪيڊر تيار ڪرڻ مناسب سمجهيو ٿي. هُن پارٽيءَ جي هر ڪارڪن ۾ اها توقع ٿي رکي تہ اهو سندس ذات جو وفادار هجي ۽ سندس ئي ڳڻ ڳائيندو رهي ۽ رڳو وٽس ئي

جوابدار هجي. ظاهر ڳالهه آهي تہ اهڙي قسم جي پارٽي ئي پنجاب جي چوڌري ۽ سنڌ جي وڏيري جي مزاج مطابق ٿي سگهي ٿي. انهيءَ سان گڏ اهو پراڻو هاري ورڪر، سماجي ورڪر، ۽ مزدور ليڊر بہ هن پارٽيءَ ۾ ڏاڍا ڏڪ اچڻ لڳو. جيڪو گهڻو وقت اڳ ۾ ئي همت ۽ حوصلو هاري ويٺو هو ۽ هاڻ جنهن جو ڪم رڳو ڪاريون ڏيڻ، وڏيرن کي بليڪ ميل ڪرڻ ۽ ڳاڙهن پوڙن تي مارڪسزم جو مصالحو پرڪڻ وڃي رهيو هو. انهيءَ سان گڏ هن پارٽيءَ کي ملٽري آفيسر شاهي، مغربي سراغ رسان ادارن ۽ هٿيارن جي سوداگرن جي ڀرپور تائيد ۽ پُٺڀرائي حاصل هئي، جيڪي هن علائقي ۾ پنهنجي دائمي مفادن جي حفاظت ڪرڻ جا خواهشمند هئا.

اهوئي سبب آهي جو هڪ وڏيرن جي پارٽيءَ ۾ جيڪي خاصيتون هئڻ گهرجن، سي سڀ هن پارٽيءَ ۾ موجود هُيون ۽ آهن. مثال طور جنهن وقت هيءَ پارٽي تخليق ٿي ماڻهن جي سامهون آئي، ان وقت هن علائقي ۾ قومن جي وجود ٿي منڊيئڙو ڦريل هو. قانوني طرح هر ڪنهن ماڻهوءَ کي سنڌي، پنجابي، پٺاڻ ۽ بلوچ سڏائڻ ۽ لکڻ جي حق کان محروم ڪيو ويو هو. ٻولي، تهذيب، تاريخي هيرن ۽ مادي وسيلن تي قومن جو ڪو بہ حق نہ هو. اهي سڀ شيون مرڪز نالي هڪ ڏائڻ ۽ اِلاهي غيبات هڙپ ڪيو ويٺي هئي. پر هن پارٽيءَ نہ رڳو پٺاڻن ۽ بروچن جي حقن کان انڪار ٿي ڪيو، پر سنڌي ليڊر جي پاڇي ۾ پلجندڙ هن چنڊالِ خوبصورت لفظن، ادائن، اشارن ۽ مُرڪن وسيلي سنڌي قوم کي موهت ٿي ڪيو ۽ قومي حقن کان پوريءَ ريت غداري ڪندي ٿي رهي. هن وٽ قوم، زبان، تهذيب ۽ قومن جا مالي ۽ مادي وسيلا ڪجهہ بہ نہ هئا. هن پارٽيءَ بہ رڳو پاڪستان جو لفظ ٿي اُچاريو ۽ غريب غريب جو نعرو. ۽ انهن پنهي نعرن جي ڇيد ڪرڻ جي ڪنهن کي بہ اجازت نہ هئي. ۽ جنهن بہ انهن مسئلن تي ڳالهائڻ چاهيو ٿي، سو عوام دشمن ۽ رجعت پسند هو.

ايڏي مهر سان رجعت پسند ۽ بدبودار ڇيٽي جهڙي سرشتي ۽ ڪرفتيءَ جهڙن ارادن تي چانديءَ جا ورق ۽ سينٽ هنيو ويو. جو اهي بلڪل اهڙا دلڪش نظر اچڻ لڳا جهڙا وڏيرن جا جسم ۽ لباس هوندا آهن، جيتوڻيڪ انهن جا اندر ڪارا، مڪر ۽ فريب ڪاريءَ جا اڏا هوندا آهن.

اجهو انهيءَ طريقي سان هيءَ پارٽي عوام کي گمراهہ بہ ڪندي

رهي ۽ قومي حقن ۽ اختيارن سان غداري بہ ڪندي رهي. وڏيرا شاهيءَ تي ٻڌل پارٽيءَ جي اها خصوصيت هوندي آهي. ڇو تہ وڏيري لاءِ اداري، تنظيم، قوم ۽ ماڻهن سان وفاداري يا جوابداري ڏاڍي ڏکي ڳالهہ آهي، جڏهن تہ هڪ فرد سان وفاداري، جي حضوري، ڇمچاگيري ۽ ان وٽ جوابدار رهڻ، هن لاءِ تمام سولو، آسان ۽ ان جي دل وڻان آهي. اِهو ئي ڪارڻ آهي جو نہ رڳو پارٽيءَ جي اندر هڪ بدترين آمريت ءِآپيشاهيءَ جنم ورتو، پر پوري ملڪ تي هڪ قسم جي وحشيانہ ۽ بي رحم آمريت مسلط ٿي ويئي. عوام ڏانهن پارٽي ۽ ان جي اڳواڻن جو لاڙو فاتح حڪمرانن ڪان وڌيڪ جارحانہ ۽ ڪٺورتا سان ڀريل ٿيندو ويو ۽ ماڻهو وڏيرن، آفيسر شاهيءَ ۽ آرميءَ جي ڏاڍ جي گهاٽي ۾ پيڙجڻ لڳا. وڏيرا شاهيءَ واري سماج جي هڪ خاصيت اِها بہ آهي تہ اُهو نہ رڳو طاقت ۽ تشدد وسيلي ماڻهن کي ڇيڀاٽيندو آهي، پر باضمير ماڻهن کي ذليل خوار ڪري انهن جي عزت نفس کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

اهو سڀ ڪجهہ پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت ۾ کليل طريقي سان ۽ فخريہ انداز ۾ ٿيندو هو. سياسي ماڻهن جي وات تي ڪرفتيءَ جا ٺوڪرا ٻڌڻ، سياسي ليڊرن سان بدفعليون ڪرائڻ، ورڪرن جي مائٽن کي عورتن سميت ٿاڻن تي گهرائي بند ڪرڻ، عورتن جي شلوارن ۾ ڪئا ۽ سانڊا وجهڻ، ڪارڪنن جا ڪارا منهن ڪري، گڏهن تي ويهاري، شهرن ۾ گشت ڪرائڻ وغيره. پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت جا عام مشغلا هئا.

اِهي اُهي ساڳيا طريقا آهن، جيڪي سنڌ ۾ بدترين جاگيرداري دور جي فاتحن، ارغونن، ترخانن ۽ مغلن سنڌي قوم سان اختيار ڪيا هئا تہ جيئن عوام جي عزت نفس کي ايترو ختم ڪيو وڃي، جو اهو حاڪمن جي خلاف ڪا بہ سرڪشي نہ ڪري سگهي ۽ اهوئي ساڳيو مقصد پيپلز پارٽيءَ جي وڏيرن جو هو. جيڪي نہ رڳو پارٽيءَ جي عهدن تي قابض هئا پر وزارتن ۽ اسيمبليءَ جي ميمبرين، گورنرين ۽ ٻين بااختيار عهدن تي قابض ٿي ويٺا هئا. اهي پارٽي، حڪومت ۽ ملڪ جي عهدن تي ويٺل سنڌ جا ليڊر پوريءَ ريت جمهوريت جا ابن ڏاڏن ۽ پڙ ڏاڏن کان وني دشمن هئا. انهن پارٽيءَ ۾ ۽ پڻ حڪومت ۾ شامل هر شخص، مخلص ۽ ابوجهہ ڪارڪن کي ڪرپٽ بنائڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو. ۽ جن بہ ماڻهن ظلم، بدمعاشي ۽ ڪرپشن جي

لعنت جي انهيءَ طويل جلوس ۾ شامل ٿيڻ کان نابري واري، ڪاري کي اڇو چوڻ کان انڪار ڪيو، تن کي يا تہ گوليءَ جو بک بنايو يا عزت نفس کان محروم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. انهن حربن جي باوجود جن ڪنڌ جهڪائڻ کان انڪار ڪيو، جن بہ پيشانين اقتدار جي چائنٽ تي شڪراني جو سجدو ڪرڻ پنهنجي لاءِ، پنهنجي قوم لاءِ، سياسي ڪردار لاءِ، هاجيڪار ۽ آپ گهات ڪرڻ برابر سمجهيو، تن لاءِ انذار يونرن جا دروازا کوليا ويا. ججن جا قلم روڪيا ويا ۽ پوليس جي ڏنڊي کي چوٽ چڙيو ويو، اسيمبليءَ کان وٺي عدالت تائين عربيءَ جي هن قول جو پڙاڏو گونجڻ لڳو تہ "انا ولا غيري" يعني "مون کان سواءِ ڪو بہ نہ!" پارٽيءَ جو ليڊر هميشه اهو چوندو هو تہ "مون هي ڪيو، مون هو ڪيو!" هيءَ پارٽي جيڪڏهن چڱي آهي تہ انجو واحد سبب اهو آهي جو اُن کي هڪ غيرمعمولي ماڻهوءَ جنم ڏنو آهي، نہ انڪري تہ هي پارٽي سٺي آهي ان ڪري ان مان مهڙين خوبين وارو ليڊر پيدا ٿيو آهي ۽ عام ورڪر جيڪو جمهوري تربيت ۽ جدوجهد کان سواءِ ڪورو هو سو بہ پارٽيءَ جي ڳالهہ ڪرڻ بدران سدائين سندس ليڊر جا ڪارناما ڳڻائيندو هو، جيڪو ورڪر جي نظر ۾ ڪائنات جي وجود ۾ اچڻ کان هن وقت تائين صرف اهو هڪڙوئي اهڙين خوبين وارو پيدا ٿيو آهي.

نتيجي طور ماڻهو، قوم ۽ پارٽي سڀ پس منظر ۾ هليا ويا. صرف ليڊر اڪيلو اخبارن جي صفحن ۽ ٽيليويزن جي اسڪرين تي رهجي ويو.آخر ايڏن دل ڪش جمهوري نعرن جي باوجود ائين ڇو پئي ٿيو؟ ايڏي جمهوريت دشمني ۽ ايڏي عوام بيزاري ڪيئن پيدا ٿي؟ ايڏو پارٽيءَ سان ڇو هاجو ڪيو ويو، جنهن پارٽيءَ سان سياسي طرح يتيم عوام پنهنجيون صدين جون خواهشون لاڳو ڪيون هيون؟ انجو واحد ۽ اڪيلو سبب هي آهي تہ مارڪسزم جي اصطلاح ۾ جمهوريت جو مطلب آهي جاگيرداري ۽ وڏيرا شاهيءَ جو انڪار ٿيڻ. انهن جي سياسي طاقت کي ٽوڙڻ ۽ سماجي طرح انهن کي پوئتي ڪرڻ تہ جيئن اهي سياسي، مالي ۽ سماجي مرتبي، طاقت ۽ حيثيت جو فائدو وٺي عوام جا حق غضب نہ ڪن ۽ ماڻهن جي ڪنڌن تي سوار ٿي، انهن کي انساني حقن کان وانجهيل رکي، باوقار جياپي جون راهون بند ڪري، ڪين غلام، محڪوم ڪن. ڪين زبان کولڻ جي اجازت نہ ڏين ۽ سياست مان پوريءَ ريت ماڻهن کي بيدخل ڪري ڇڏين". مارڪس اهو

تجزيو مغربي جمهوريت لاءِ ڏنو هو، ڇو ته اها جاگيردار، وڏيري ۽ ڪليسا جو اثر ختم ڪري وجود ۾ آئي هئي ۽ جتي به وڏيري جاگيردار ۽ ڪليسا (مذهب) جو اثر ڀرپور طريقي سان موجود هوندو ۽ جيڪو مائٽهو، پارٽي ۽ نظريي دان انهن جي پاڇي ۾ جمهوريت هلائڻ ٿو چاهي، سو حقيقت ۾ مائٽهن سان غداري ۽ دوکو ٿو ڪري. اهو ئي سبب آهي جو يورپ توڙي آمريڪا ۾ جاگيردار جي سياست ۾ اثر کي ختم ڪرڻ سان گڏ ڪليسا کي به سياست مان بيدخل ڪيو ويو آهي. هندوستان ۾ جمهوري سرشتي جي زنده رهڻ جا ڪارڻ به اهي آهن ته هتي جاگيرداري ختم ڪئي ۽ انهيءَ سان گڏ سياست ۽ ملڪي معاملن ۾ مندر ۽ مسجد جي بيدخليءَ جا به قانون ۽ قاعدا ناهي ڇڏيائون. انهن جي ڀيٽ ۾ جتي به سياست ۾ جاگيرداري ۽ مذهب جي مداخلت آهي، اتي جمهوريت هڪ اهڙي خوبصورت خواب وانگر آهي، جنهنجي پنهنجي ڪا به تعبير نه ٿي سگهي هجي.

پيپلز پارٽيءَ جيتوڻيڪ جمهوريت جي دعويٰ ٿي ڪئي، پر هن جي سموري ڊانچي تي اوطاق ۽ اوتارو قبضو ڄمايو ويٺا هئا. پارٽي پوريءَ ريت جاگيردار ۽ وڏيري جي چنبي ۾ هئي، جنهن جي هٿ ۾ عليءَ جي تلوار هئي ۽ اهڙي مقدس تلوار جڏهن جاگيردار جي هٿ ۾ هجي ته اهو جاگيردار ۽ اها پارٽي جمهوريت جا وڏا ويري ثابت ٿيندا آهن، ۽ اها پارٽي سنڍ عورت وانگر هوندي آهي، جنهن مان ڪو به ليڊر پيدا نه ٿو ٿي سگهي. اهو ثبوت پيش ڪرڻ جي ڪا به ضرورت ناهي ته پيپلز پارٽي جي قيادت يا حڪومت تي مڪمل وڏيرن جو قبضو هو. انهيءَ لاءِ اوهان کي ١٩٧٠ع توڙي ١٩٧٧ع ۾ پارٽيءَ جي اسيمبلي ميمبرن ۽ وزيرن جا نالا ئي ڪافي ثبوت موجود ڪري ڏيندا ۽ وڌيڪ ڪنهن گهٽي ڪوجنا ۽ مٿي ڪٽ جي ضرورت نه رهندي. انهيءَ جو نتيجو ڪهڙو نڪرڻو هو، اهوئي ته ملڪ مان جمهوريت جو لاش جيڪو پاڪستان ٺهڻ شرط ئي لاش هو، سو ڀٽي صاحب جي لاش سان گڏ دفن ٿي ويو هميشه هميشه لاءِ!.

هيءَ پارٽيءَ جيئن ته وڏيرا شاهيءَ جي پارٽي هئي، جنهن کي جدوجهد جا ڪي به مثبت بنياد نه هئا ۽ اڄ جي دور ۾ جدوجهد جا مثبت بنياد صرف ٻه آهن (١) نيشنلزم (٢) سوشلزم. هن پارٽيءَ وٽ سنڌي، بلوچ، پختون ۽ بنگالي نيشنلزم لاءِ ڪا به گنجائش نه هئي ۽ نه ڪو ان وقت انهن شين جي گنجائش نه هئي پر اها انهن جي سخت دشمن بڻ هئي. ۽

هن کي ميدان ۾ ئي ان لاءِ لاٿو ويو هو تہ جيئن اها قوم پرست طاقتن کي ختم ڪري. "قوم پرستي" جيئن تہ سياسي سائنس ۾ چئبو ئي "سامراجيت جي مختلف شڪلين ۽ صورتن جي خاتمي لاءِ ٿيندڙ جدوجهد" کي آهي. ۽ هيءَ پارٽي جيئن تہ قوم پرستيءَ جي خلاف هئي، ان ڪري هي لازمي طرح نہ رڳو هن علائقي ۾ پر عالمي سطح تي سامراجيت نواز ۽ رجعت پسند ڪئمپ جي طرفدار هئي. شاهہ ايران ۽ شاهہ فيصل هن جا سرپرست هئا. آمريڪا مان آيل هدايتون هتان ئي ورهائبيون هيون.

ڪنهن بہ جدوجهد جو ٻيو مثبت بنياد آهي، سماجي انصاف. بالادست طبقن ۽ سرنديءَ وارن ٽولن جو زور ٽوڙڻ. اهو نقطو جيتوڻيڪ پارٽيءَ جي پروگرام ۾ شامل هو، پر پوءِ تہ رياستن جاسپ وسيلا اچي ويا وڏيرن جي هٿ ۾ ۽ مٿان، اسلامي سوشلزم تيار ٿي اچي نازل ٿي ۽ مذهب کي سياست ۾ سائنس نموني سان داخل ڪري جدوجهد جي انهيءَ بنياد کي بہ ضايع ڪيو ويو ۽ پوريءَ ريت شاهہ فيصل جي هٿ تي بيعت ڪئي ويئي ۽ سماجي ڏانچي جي باري ۾ هيڪاري وڌيڪ مونجهارا پيدا ڪري زندگيءَ جي نظام کي پرستش ۽ پوڄا لائق بنايو ويو. پوڄا جيڪا رب العالمين کان شروع ٿي اچي پارٽيءَ جي وزير تي پهتي ٿي. دولت جي پوڄا، پرمنٽ جي پوڄا، عهدي جي پوڄا، سامراج جي پوڄا، طاقتور جي پوڄا، فوجي ڏنڊي جي پوڄا ۽ خوف! ائين ڪٿي سمجهجي تہ هن پارٽيءَ جي جدوجهد جا بنياد هئا، پرستش ۽ خوف! جنهن بہ شيءِ جا بنياد ئي پوڄا ۽ خوف تي هجن، اتي عقل ۽ علم جي گهٽ گنجائش هوندي آهي، بنهہ ڪين جيتري بہ نہ، ڇو تہ علم ۽ عقل انسان کي مونجهاري، بي يقيني ۽ جهالت مان ڪڍي سلجهاءَ، يقين ۽ روشنيءَ ۾ آڻين ٿا ۽ جتي يقين، سلجهاءُ ۽ شعور هوندو آهي، اتي پوڄا ۽ پٺو نہ هلي سگهندا آهن. ان ڪري وڏيرو ۽ جاگيردار علم ۽ عقل جا رستا روڪيندو آهي تہ جيئن عوام جانورن مان بدلجي انسان نہ ٿي پون ۽ سندس ڏاڍ جي لٺ جو مٿو پيچي نہ ڇڏين. پيپلز پارٽي بہ علم ۽ دانش جي ازل کان دشمن هئي، آهي ۽ رهندي. ان لاءِ جو اڻ طريقي سان اڻ جا بنياد ٻچي سگهن ٿا. اهوئي سبب آهي جو پيپلز پارٽيءَ جي وجود ۾ اچڻ کان وٺي اڄ ڏينهن تائين خاص ڪري سنڌ ۾ علم ۽ دانش سان واسطو رکندڙ ڪو بہ شخص يا ٻين لفظن ۾ ڪو عالم، دانشور اديب ۽ شاعر هن ۾ شامل ڪو نہ ٿيو، سواءِ هڪ اڌ آواره مزاج شاعر جي!.

هن ئي پارٽيءَ جي حڪومت ۾ عالمن اديبن ۽ دانشورن کي جيترو هيسايو ۽ دٻايو ويو، اوترو شايد ئي اڳ ڪڏهن دٻايو ۽ هيسايو ويو هجي. ڪتابن، رسالن، اخبارن تي ٽوڪ جي حساب سان بندشو پونديون رهيون. اهو ان ڪري ته علم ۽ دانش وڏيري جي نظام جي ئي ابتڙ آهن. يونيورسٽين ۾ ڪرپشن جا اڏا قائم ڪري شاگردن کي پوڇا تي هيرائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي ته جيئن اهي علم بدران وڏيري کي سلام ڪندا رهن.

انهيءَ حال واري پارٽيءَ جو جڏهن مذهبي جنون ۾ مبتلا گروهن سان ٽڪر ٿيو ته جيئن ته ان جي اقتدار ۾ رهڻ جا ڪي به مثبت بنياد نه هئا، ان ڪري هن پارٽيءَ فوج کي خوش رکڻ لاءِ، ڪيس ايٽم بم سان هٿياربند ڪرڻ جي اُميد ڏيکاري ته جيئن ان طاقتور گروهه کي پنهنجي هٿ ۾ رکي سگهجي. اهو وقت هو جڏهن هن پارٽيءَ جي سرپرست طاقت هن کي هٽائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ جنهن فوجي گروهه کي خوش رکڻ لاءِ پيپلز پارٽيءَ وڏي طاقت جي ناراضگي ڪنئي، اهو فوجي گروهه ئي سندس زوال جو ڪارڻ بنيو. جڏهن اهو سڀ ڪجهه ٿي رهيو هو، ان وقت هن پارٽيءَ اينڊڙ اليڪشن ۾ گهٽيون سيٽون کٽڻ جي حڪمت عملي پئي تيار ڪئي، ڇو ته هن پارٽي ۾ اها صلاحيت ئي ڪا نه هئي جو اها ڪنهن ٻي جدوجهد لاءِ تياري ڪري سگهجي.

اصل ۾ دنيا ۾ جيڪي متحرڪ ۽ منظم جماعتون هونديون آهن، تن ۾ اها صلاحيت هوندي آهي ته اهي ڏکين وقتن ۽ مشڪل حالتن ۾ پنهنجي جدوجهد جون شڪليون تبديل ڪري سگهن ۽ ويڙهه جون صورتون مٽائي سگهن. جيئن ته پيپلز پارٽيءَ جي تنظيم ۽ تربيت صرف ووٽ ونڻ ۽ عقيدي پرستيءَ تي رکيل هئي ان ڪري هن ۾ اها صلاحيت ئي پيدا نه ٿي سگهي جو اها عوامي ليگ وانگر پنهنجي جدوجهد جون صورتون ۽ شڪليون تبديل ڪري، دشمن ٽولن تي وار ڪري سگهي. ان ڪري اها نه رڳو مخالفت طاقتن جي يلغار جو مقابلو نه ڪري سگهي، پر پنهنجي ليڊر کي به بچائي نه سگهي. پارٽيءَ جي انهيءَ وڏيرا شاهيءَ واري هاجيڪار ڪمزوريءَ جي، مخالف طاقت کي پوري خبر هئي، جنهن ڏاڍي آرام ۽ اطمينان سان پارٽيءَ جي ليڊر ۽ بانيءَ کي ڪورٽن ۾ گهلي گهلي ختم ڪري ڇڏيو ۽ پارٽي ڏسندي رهي، ڪن آسماني سهارن لاءِ، ڪن ٻاهرين ڇاپي مارن جي انتظار ۾! جيڪڏهن هي پارٽي ڪنهن ڏکهي جدوجهد ۽ جدوجهد جي مثبت بنيادن

جي آذار تي اقتدار ۾ اچي ها تہ فوجي جنتا سندس حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ اهوئي طريقو اختيار ڪري ها، جيڪو مجيب الرحمان لاءِ ڪيو ويو هو.

ڀٽي صاحب جي خاتمي ڪان پوءِ هن پارٽيءَ جي پوري ليڊرشپ جيڪا روايتي ۽ سماجي طرح صدين ڪان نهيل هئي، سا موجود هئي پر مخالف طاقت کي انهيءَ ليڊرشپ مان ڪو بہ خطرو نہ هو. ان ڪري ان انهن کي جسماني طرح ختم ڪرڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ ڪيو ۽ نہ وري پارٽيءَ تي ڀٽي صاحب جي خاندان سميت مصيبت جا اهي پهاڙ ڪيرايا، جيڪي ڀين هنڌن تي ڪنهن خطرناڪ ۽ زبردست عوامي تائيد رکندڙ پارٽن تي اقتداري گروهہ ڪيرائيندو آهي. هن پارٽيءَ ۾پنجاب ۽ سنڌ ۾ جيڪو مڊل ڪلاس جو ٿورو گهڻو عنصر موجود هو، تنهن ڪنهن رٿابنڌي ڪان سواءِ ذاڍي سورهيائيءَ جو مظاهرو ڪيو. انهن مناسب تربيت ۽ تنظيمي صلاحيت نہ هئڻ ڪري دهشت پسنديءَ وارو رستو اختيار ڪيو ۽ پنهنجي ليڊر جي شان ۾ قصيدا پڙهندا، ڪي نوجوان ڦاهين تي چڙهيا تہ هڪ اڌ گوليءَ جو شڪار ٿيا. باقي هتي پارٽيءَ جي سموري قيادت مان ڪنهن کي بہ ڦٽڪو نہ لڳو. ڀٽي خاندان سميت ڪنهن جي بہ جائداد ضبط نہ ٿي. ڪنهن جي بہ گهرن کي تالا نہ هنيا ويا ۽ ڪنهن کي بہ زوريءَ جلاوطن نہ ڪيو ويو. منهنجي خيال ۾ انساني تاريخ ۾ ڪنهن بہ پارٽيءَ جي ماڻهن ايترا معافي ناما نہ لکيا هوندا، جيترا هن مختصر عرصي ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ليڊرن ۽ ڪارڪنن لکيا آهن. هن ئي پارٽيءَ جي ماڻهن کي هن ڏهن سالن جي عرصي ۾ وڌ ۾ وڌ خريد ڪيو ويو آهي. ان ۾ ضلع ڪائونسل جي چيئرمينن ۽ ميمبرن کان وٺي، اسيمبلين جا اڳوڻا ميمبر ۽ وزير شامل آهن. اڄ ڀٽي صاحب جي ورثي ۾ سندس خاندان، بي پناهہ جائداد، سندس ذاتي سورهيائي، سندس آبائي قوم جي غلامي ۽ هڪ اهڙي پارٽي آهي جيڪا گروهن ۾ ورهائجي چڪي آهي. ڀٽي صاحب جي دور جي وڏن وزيرن، گورنرن ۽ ٻين اعليٰ عهديدارن مان ڪو بہ پارٽيءَ ۾ شامل نہ رهيو آهي ۽ پارٽيءَ جي هي حالت آهي جو اها اڄ جمهوريت جي نالي ۾ اقتدار جي حاصلات لاءِ آمريڪا وٽ گوڏا کوڙي چڪي آهي ۽ ڪارڪنن جا حوصلا ان وقت بلند ٿين ٿا، جڏهن اسٽيفن سولارز پارٽيءَ ۽ ان جي ليڊريائيءَ جي حمايت ۾ ڪو بيان ٿو ڏئي.

# حسينا واجد ۽ بينظير ڀٽو

هن وقت نئين آزاد ٿيل ملڪ بنگلاديش ۽ پراڻي ٿهيل ملڪ پاڪستان، ٻنهي تي فوج جي اڻ سڌي حڪومت قائم آهي (١) جيتوڻيڪ بنگلاديش جي قائم ٿيڻ کان اڳ تائين فوج هڪجهڙي ڀنيان بنگالي عوام تي ڪيئي وار ڪيا آهن. ۽ پاڪستان ۾ بنگلاديش جي قائم ٿيڻ کان پوءِ فوج هڪڙو وار ڪيو آهي. ٻنهي ملڪن ۾ فوج، عوام سان ساڳيو برتاءُ ڪيو آهي، ۽ ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي ته ٻنهي ملڪن جا چوٽيءَ جا سياستدان ذهني طرح آرميءَ جي هٿ مان عوامي طاقت ۽ دٻاءُ وسيلي اقتدار ڦرڻ واري عمل ۾ شڪست کائي چُڪا آهن. ان ڪري آرمي عوامي حقن جي ۽ جمهوريت جي جيڪا به قسط اڇلائي ٿي تنهن کي نه چاهيندي به قبول ڪيو وڃي ٿو. سياستدانن جو اهوئي رويو آهي جنهن فوج ۽ آفيسر شاهيءَ جي گرفت ٻنهي ملڪن ۾ مضبوط ڪري ڇڏي آهي.

اڄ جي طاقت هي آهي جو بنگالي سياستدانن ۽ دانشورن فوج جي مقابلي لاءِ شيخ مجيب الرحمان جي ڌيءَ حسينا واجد کي عوامي ليگ جي صدر جي حيثيت ۾ ميدان ۾ آندو آهي، ۽ پاڪستاني سياستدانن ۽ آرمي، سول بيوروڪريسيءَ جي انهيءَ گروپ، جيڪو اقتدار کان ٻاهر آهي يا عوامي ڦرلٽ ۾ پوري ريت پنهنجو حصو حاصل نه ٿو ڪري سگهي تنهن اقتداري فوجي گروهه جي مقابلي ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي ڌيءَ بينظير ڀٽي کي آکاڙي ۾ لاٿو آهي. اڄ پوزيشن هي آهي جو ٻئي عورتون سياستدانن جي مشورن، عالمي طاقتن جي آفتن ۽ عوامي عقيدت جي آڌار تي فوجي آمرن سان مهاڏو اٽڪايو بيٺيون آهن.

حسينا واجد نه شيخ مجيب الرحمان جي شهادت کان پوءِ آرمي شيخ صاحب جي پهرين صف جي ساٿين کي چونڊي چونڊي ختم ڪرڻ کان پوءِ سمجهيو ته بنگال ۾ جوهري قوتن جي پوري ريت پڄاڻي ٿي ويئي آهي ۽ سندن من مستين جي راهه ۾ ڪا به رڪاوٽ نه رهي آهي. جيتوڻيڪ بنگال ۾

---

(١) اهو ١٩٨٧ع جو ذڪر آهي.

ڪيتري ماڪوڙن ڪان وڏيڪ سياسي جماعتون ۽ بي شمار هٿراڊو ليڊر ۽ ورڪر پيدا ڪيا ويا هئا يا پنهنجي طويل جدوجهد سان پيدا ٿيا هئا، پر اهي سڀ سواءِ پروفيسر مظفر گروپ جي، اهڙا هئا جن سان عوام جي ڪا بہ قوت گڏ نہ هئي. ان ڪان سواءِ ڀاشاني گروپ سميت اهي سڀ بنگلاديش جي قومي آزاديءَ جي جدوجهد ۾ پاڪستاني آرميءَ سان گڏ هئا ۽ بنگال جي آزاديءَ ڪان پوءِ اهي بنگالي فوجي جنتا سان گڏجي ويا، اهي سڀ آزاديءَ جا دشمن ۽ بنگالي قوم جا غدار هئا. اهوئي سبب آهي جو شيخ مجيب الرحمان پنهنجي آزاديءَ ڪان پوءِ انهن سڀني غدار پارٽين ۽ گروپن تي بندش وجهي ڇڏي هئي. باقي جيسيتائين پروفيسر مظفر جو تعلق آهي تہ اهو ڪميونسٽ محب وطن هو. ان ڪري هن شيخ صاحب سان پورو سهڪار ڪيو.

جيڪڏهن حسينا ١٥ ـ آگسٽ ١٩٧٥ع جي رات بنگال ۾ موجود هجي ها تہ سندس حشر بہ سندس عظيم والد جهڙو ئي ٿئي ها، پر هو ان رات لنڊن ۾ پنهنجي ڀيڻ وٽ هئي ۽ جڏهن واپس بنگال پهتي تہ سونار بنگلاديش جو عوام فوجي درندن جي زنجيرن ۾ جڪڙيل پنهنجي عظيم ليڊر جي ڌيءَ جي آڌر ڀاءُ لاءِ اکين جا ڏيئا ٻاريو ۽ دماغن ۾ سٺيءَ جا گل پوکيو وينو هو. هن جڏهن بنگال جي سرزمين تي پير رکيو تہ ڪيس ڪو بہ سياسي تجربو نہ هئو. صرف پنهنجي پيءُ جون روشن اکيون، رڳ جهڙا ارادا، جيل ۾ گهاريل ڏينهن، عورتن جا اجڙيل سهاڳ ۽ لٽيل عصمت جون يادگيريون هيون ۽ پنهنجي فوج جي هٿان غلام ٿيل ڪروڙن جي تعداد ۾ بنگالي قوم هئي. سموري دنيا جي سياسي پنڊتن تبصرا ڪيا تہ هي نيل ڪنول جهڙي نرم ۽ هلڪي ڦلڪي ڇوڪري جنهن کي ڀٽس طرفان ورثي ۾ صرف روشن اکيون مليون آهن ۽ مڙس طرفان بہ پيار، سا کهڙيءَ ريت فوجي جنتا جي اجگرن سان مقابلو ڪندي ۽ عوام کي حقيقي آزادي وٺي ڏيندي. هن بہ اچڻ شرط پيءُ جي انتقام ۽ پيءُ جي قربانين جي مرثيہ خواني شروع ڪئي. تنهن تہ هيڪاري سياسي حلقن کي مايوس ڪري ڇڏيو، پر پوءِ آهستي آهستي نيل ڪنول جهڙي ڇوڪريءَ مان مجيب جا نقش اڀرڻ لڳا. جڏهن هن چيو "پاڪستان جي تربيت ورتل فوج اسان کي صرف نسلي طرح بنگالي رهڻ ڏنو آهي، باقي اسانجي بنگالي قوميت تباهہ ڪري ڇڏي آهي، بنگلاديش جي آزاديءَ جي اصولن کي ختم ڪيو ويو آهي." انهيءَ ڪان پوءِ

هوءَ اڳتي وڌي، فوجي جنتان سان ٽڪر کائڻ لاءِ بلڪل بهادري ۽ همت سان جڏهن هن چيو ”عوامي ليگ اقتدار ۾ اچي بنگلاديش مان فوجي ادارو ختم ڪري ڇڏيندي ڇو تہ انجي اسان کي ڪابہ ضرورت ناهي. اها فوج اسانجي پگهار کائي اسان کي ئي ختم ڪري ٿي.“ سموري ٽين دنيا جيڪا فوجي لانگ بوٽن جي چيپاٽيل هئي ۽ آهي تنهن مان آرميءَ جي اداري جي خلاف اهو پهريون آواز هو جيڪو حسينا واجد جي وجدان مان نڪتو ۽ پوري بنگال مان ڪنهن بہ ماڻهو سندس اُنهيءَ اعلان جي مخالفت نہ ڪئي، ان ڪري دنيا جي سياسي پنڊتن کي ٻن ڳالهين تي مجبور ٿي سوچڻو پيو. هڪ تہ حسينا واجد کي نہ رڳو عوامي ليگ تي پر پوري بنگالي قوم تي اثر ۽ اختيار آهي ۽ هوءَ پنهنجي پارٽي ۽ بنگالي قوم کان ڪنهن بہ وقت ڪو عظيم شان ڪردار ادا ڪرائي سگهي ٿي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ هن بنگالي قوم کي وري ڪنهن ڇتي خونخوار جنگ جي باهہ ۾ اڇلائڻ بدران آهستي آهستي ڍاڪي بہ ڍاڪي اڳتي وڌڻ جو فيصلو ڪيو ۽ انهن سڀني جماعتن کي گڏي هڪ پليٽ فارم تي آڻي هڙتالن، جلسن جلوسن وسيلي عوام کي متحرڪ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ انتهائي ڏاهپ ۽ هوشياريءَ سان فوجي جنتا کي پوئتي پير سرڪائڻ تي مجبور ڪيو.

هو انتهائي جمهوريت پسنديءَ جو ثبوت ڏيندي تمام ننڍڙن جيتامڙن گروپن کي بہ پاڻ سان گڏ ڪٺي ڪين هڪجهڙائي ۽ آبرومندانہ طريقي سان قومي آزاديءَ جي انقلاب جي تڪميل ڏانهن اڳتي وڌڻ لڳي ۽ فوجين کي سندن طريقي سان اليڪشن ڪرائڻ ۽ پنهنجن وزيرن ۽ جرنيلن کي چوندرائڻ واري طريقي سان بار بار پوئتي هٽائيندي رهي ۽ عوام کي فوج جي ڪمزورين کان آگاهہ ۽ واقف ڪندي رهي. نيٺ اهو بحران جڏهن عروج تي پهتو تہ ان وقت هن پارليامينٽ جي اليڪشن ۾ حصو وٺڻ جو اعلان ڪيو. جيتوڻيڪ ڪيس خبر هئي تہ اليڪشن جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو. پر پوءِ بہ هن کي اقتدار تي قبضي ڪرڻ جي جلدي ڪا نہ هئي. ان ڪري هن مخالف بينچ تي ويهڻ جو فيصلو ڪيو ڇو تہ هڪ جمهوري پارٽي ۽ ان جو ليڊر پارليامينٽ ۾ هر حيثيت ۾ ويهڻ لاءِ تيار هوندو آهي ۽ هو پارليامينٽ هائوس کي رڳو سرڪاري ”جي حضورين“ جي خوشامد ۽ چاپلوسيءَ لاءِ خالي ناهي ڇڏيندو.

هن اليڪشن ۾ لڙي ۽ مارشل لا جي موجودگيءَ ۾ پارليامينٽ ۾ ويهڻ کان ئي انڪار ڪري ڇڏيائين. نتيجي طور فوجي جنتا مارشلا ڪٽي ورتو ۽ هوءَ پارليامينٽ ۾ وڃي ويٺي، پر اهو به ڪنهن دوست جي مشوري ۽ اصرار تي ته جيڪڏهن اهو بحران جاري رهيو ته وري ڪو نئون فوجي گروپ اچي قبضو نه ڪري وٺي. بهرحال ان طريقي سان به هن مارشل لا ختم ڪرائڻ جو اعزاز عوامي ليگ کي ڏياريو ۽ سندس پاليسيءَ جي درستي تسليم ڪرائي ورتي.

سياسي پنڊتن کي به حيرت اها ٿي ته جڏهن هن فوجي اداري تي حملو ڪيو جيڪو بنگالي آرميءَ تي ئي مشتمل آهي ته بنگال مان ڪٿان به ان آرميءَ جي حمايت ۾ڪو به آواز نه اٿيو ته معلوم اهو ٿيو ته ٽين دنيا جي ملڪن ۾ عدليه ۽ اسيمبليءَ وانگر آرمي قومي ۽ مقدس ادارو آهي ئي ڪو نه ۽ نه ئي وري عوام کي انهيءَ خونخوار جابر ۽ پنهنجي عوام تي گولين ۽ ڪوڙا هڻندڙ، ڦاسيون ڏيندڙ اداري سان ڪا همدردي، محبت يا پنهنجائپ ئي آهي ۽ نه ئي ماڻهو سمجهن ٿا ته اهو ادارو جنهن تي اربين ڊالر خرچ ٿين ٿا سو ڪو سندن بچاءُ يا سهائتا ڪري سگهي ٿو. اڄ جي دور ۾ اهو مڪمل هڪ پارٽي آهي جيڪا پنهنجي سامراجي آقائن جي مفادن جي پورائي، تحفظ ۽ توسيع لاءِ گاهي ماهي، سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح اقتدار تي قبضو ڪندو رهي ٿي. اِها ڳالهه حسينا واجد جي اعلان کان پوءِ ئي عوام جي سامهون آئي آهي.

شيخ حسينه واجد جو پارٽيءَ ڏانهن لاڙو، شيخ شهيد جي سينئر دوستن ڏانهن لاڙو، بين نندين نندين جمهوريت پسند قوتن ڏانهن لاڙو، مجموعي طرح سموري بنگالي قوم ڏانهن لاڙو ۽ ملڪ ۾ موجود سياسي، سماجي ۽ اقتصادي مسئلن ڏانهن لاڙو ڏسي سموري دنيا جي سياسي دانشورن جو اهو پڪو ۽ پختو رايو آهي ته حسينا رڳو پنهنجي پيءُ جي لاش ۽ انتقام يا اقتدار تي جلد قبضو ڪرڻ واري هيچ جي بنياد تي سياست ڪرڻ بدران عقلي، سائنسي ۽ معروضي حالتن پٽاندڙ سياست ڪري رهي آهي نه ڪي رڳو جذباتيت ۽ نعري بازيءَ جي کوکلي انداز ۾.

سندس اهڙن مختلف مثالن مان هڪ مثال هي آهي ته جڏهن هن جي پارٽي ۽ سندس اتحادين اڪثريت جي بنياد تي فيصلو ڪيو ته پارليامينٽ جي

چوندن ۾ حصو وٺڻ گهرجي تہ ان وقت ڪن نام نهاد احتجاجين اعتراض شروع ڪري حسينا کي تنقيد جو نشانو بنايو. تڏهن انهن کي جواب ڏيندي چيائين: "بنگلاديش جو عوام ۽ عوامي ليگ جو ورڪر تاريخ جي هڪ ڏکي سفر ۾ روڊن ۽ رستن تي احتجاج جي حالت ۾ رهيو آهي. هن جي سيني ڏانهن بندوق ۽ مٿي تي پوليس جو ڏنڊو وسندا رهيا آهن. ان ڪري وڏيڪ وقت لاءِ آئون ڪين روڊن تي فوج جي گولي ۽ پوليس جي ڏنڊي جي سامهون بيهارڻ نٿي چاهيان، عوام ٿڪجي پيو آهي، انڪري مون کي ساهي کپي ۽ آئون هڻ چوندن ۾ حصو وٺڻ ذريعي ڪجهہ وقت لاءِ عوام کي ۽ ورڪر کي ساهي ڏيارڻ ٿي چاهيان تہ جيئن هو تاريخ جي ڏکي مشقت جو ٿڪ لاهي ڪجهہ وقت ڪان پوءِ نئين ولولي ۽ اُمنگ سان سونار بنگلاديش جي تعمير ۽ ترقيءَ لاءِ جدوجهد ڪري."

ماٺهن ۾ اهو مشهور ڪيو پئي ويو آهي، ۽ هتي اسان وٽ پنجابي پريس جي ذريعي اِهو تاثر ڏنو ويو تہ بنگلاديش جي ماڻهن ۾ مذهبي جنون موٽي آيو آهي، ان ڪري هاڻ هو نئين زماني جي ڪا بہ ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ آهن. پر حسينہ واجد چوي ٿي تہ: "بنگلاديش جي آزاديءَ جا چار مکيہ اصول آهن: قوم پرستي - سوشلزم - سيڪيولرزم ۽ جمهوريت. اسان انهن کي لوڏڻ ۽ ڏوڏڻ جي ڪنهن کي بہ اجازت نہ ڏينداسون. جيڪو بہ انهن اصولن کي ميٽڻ يا ميسارڻ جي ڪوشش ڪندو، تنهن کي بنگلاديش جو عوام لتاڙي ڇڏيندو. انهيءَ ڪان سواءِ جَم تي روڪ انتهائي ضروري آهي. بنگلاديش جهڙي گهٽي آباديءَ واري ملڪ ۾ اهو اصول انتهائي لازمي آهي ۽ اهو پڻ تہ بنگلاديش سامراج دشمن جدوجهد جي نتيجي ۾ آزاد ٿيو آهي ۽ ان کي سامراج دشمن ئي رهڻ کپي. ڀارت سان پنهنجائپ وارا ناتا بنگلاديش جي وجود جو لازمي جزو آهن ."

شيخ حسينہ جي انهيءَ انداز جي سياست کي ڏسي چئي سگهجي ٿو تہ برصغير ۾ سڀ کان مضبوط جمهوري تحريڪ بنگلاديش ۾ آهي.

**بينظير ڀٽو:**

مارشل لا جي طويل ڏڪائيندڙ ۽ ٿڪائيندڙ دؤر ۾ عوام جي گهٽائيءَ جون اُميدون، پاڪستان پيپلز پارٽيءَ ۽ ان پارٽيءَ ۾ ڀٽي خاندان جي هڪ ڇوڪري بينظير ڀٽي ۾ ڪٽل هيون تہ اها اڄي اسان کي فوجي آمريت جي

هتان ڇوٽڪارو ڏيارينديءَ پر بينظير يا پيپلز پارٽيءَ ڪي قربانين، جدوجهد ۽ حڪمرانن جي حربن، چالن ۽ چالبازين جو اينرو ۽ اهڙو تجربو نہ هو جهڙو عوامي ليگ کي پنهنجي ڊگهي، شاندار ۽ منفرد جدوجهد جي ڪري هو. ان ڪان سواءِ پاڪستان پيپلز پارٽي کي ختم ڪرڻ لاءِ پاڪستان جي حڪمرانن پارٽيءَ جي واحد ليڊر کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ ختم نہ ڪيو ۽ نہ وري ڀٽي صاحب جي خاندان کي ئي کو زندگيءَ کان محروم ڪيو ويو. پوءِ بہ پارٽيءَ وٽ تجربي جي کوٽ ۽ ليڊرن جي موقع پرستيءَ جي ڪري هو نہ رڳو پنهنجي ليڊر جي زندگي بچائڻ لاءِ عوام کي متحرڪ ڪري نہ سگهي پر ڏکڻ ايشيا جي هن علائقي ۾ فوجي آمريت جي پاڙون پٽڻ لاءِ، پارٽي مجموعي طرح ڀٽي خاندان سميت عوام کي متحرڪ ڪرڻ ۾ ناڪام رهي. اهو حال ڏسي ڀٽي خاندان پنهنجي عافيت يورپ ۾ ئي پناهہ وٺڻ ۾ سمجهي.

ڀٽي خاندان جي انهيءَ روش کي اسان ڪٿي موقعي پرستي يا فوجي جنتا کان مرعوبيت جو نالو نہ ڏيون پر پوءِ بہ اهو چئي سگهجي ٿو تہ اهو خاندان اعصابي ۽ ذهني طرح مايوسيءَ جو شڪار ٿي يورپ هليو ويو، ۽ واپس ورڻ جو فيصلو بينظير صاحبہ ان وقت ڪيو جڏهن هن علائقي تي اڻ سڌيءَ طرح حڪمران سامراج آمريڪا طرفان کين آسرو ڏنو ويو تہ توهانجي لاءِ عوام ۾ پنهنجي جاءِ ۽ مقام پيدا ڪرڻ جا موقعا فرضي ليڊرن ۽ بيروڪيٽس ٽولن تيار ڪري ڇڏيا آهن ۽ واقعي جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي جي ڌيءَ واپس پهتي تہ حڪمران ٽولن ۽ سندن آقا آمريڪا هن جي جلسن جلوسن لاءِ ميدان تيار ڪري ڇڏيو هو ۽ هن ايندي شرط عوام جي بي پناهہ هُجومن کي سندن مشيرن جي لکيل بي مغز تقريرن سان گرمائڻ شروع ڪيو. بينظير ۽ سندس مشيرن جي نظر ۾ اهي تقريرون ئي واحد ذريعو هيون جن جي ذريعي نہ رڳو عوام کي حرڪت ۾ آڻي پيو سگهجي. پر غير قانوني طرح اقتدار تي قبضو ڪندڙن کي ختم ڪري ۽ هٽائي پيو سگهجي (جيتوڻيڪ گهرائيءَ سان ڏٺو وڃي تہ اولهہ پاڪستان تي پيپلز پارٽيءَ جو اقتدار خود غيرقانوني ۽ غير آئيني هو.)

بينظير صاحبہ هتي اچڻ شرط سياست ۾ اهي ساڳيا طريقا اختيار ڪيا جيڪي سندس والد پندرهن سال اڳ اختيار ڪيا هئا. ان ۾ سندس ڏوهہ هجي يا نہ، پر هن پنهنجي شعوري نظر سان پارٽي ۽ عوام کي صرف

پرائم منسٽر هائوس ۾ پنهنجي پيءُ جي موجودگيءَ ۾ ڏٺو هو. ان ڪري هو ايترو سياسي شعور (ڪتابي طرح نہ) حاصل ڪري نہ سگهي هئي، ۽ نہ وري هن ان ڳالهہ کي ئي چڱي طرح سمجهيو تہ هنن پندرهن سالن ۾ پل جي هينان تمام گهڻو پاڻي وهي چُڪو آهي ۽ جنهن کي هاڻ پاڪستان سڏيو ٿو وڃي. اهو بلڪل ائين نہ رهيو آهي جيئن بنگلاديش. ڇو تہ بنگلاديش جي موجودگيءَ ۾ مين پاور بنگال وٽ هو تہ گن پاور پنجاب وٽ. پوءِ پنجويهن سالن تائين پنجاب گن پاور جي آڌار تي پنهنجي مرضيءَ جون حڪومتون ٺاهيندو ڊاهيندو رهيو ٿي، پر بنگال جي الڳ ٿيڻ سان گن پاور سان گڏ مين پاور بہ پنجاب وٽ اچي ويو هو. ان ڪري هاڻوڪي پاڪستان ۾ سياسي، سماجي، اقتصادي ۽ جمهوري لاڙن، خواهشن، مطالبن ۽ گهرجن جي نوعيت بلڪل بدلجي چُڪي هئي.

بينظير جي اها بدقسمتي چئجي تہ هو پيدائشي طرح (ذهني طرح نہ) جنهن علائقي سان واسطو پئي رکي، سو شعوري يا لاشعوري طرح گهٽ ۾ گهٽ علم ۽ دانش جي حد تائين پاڻ کي ان علائقي جو غلام ۽ محڪوم ٿو سمجهي جنهن وٽ مين پاور ۽ گن پاور آهن ۽ بينظير جو آبائي علائقو ٿورائي ۾ آهي، آبادي ۽ آرميءَ جي ڪري، پنجاب سياسي ۽ اقتصادي غلبي کي نہ رڳو حاصل ڪري ورتو آهي پر ان کي مستحڪم ۽ مضبوط ڪري رهيو آهي. انڪري بينظير جي آبائي علائقي جا مسئلا. مونجهارا، تڪليفون ۽ جمهوري خواهشون اهڙيون آهن جهڙيون هڪ نوآبادي يا بيڪ جون ٿينديون آهن.

ساڳي حالت بلوچستان جي آهي. جڏهن تہ پنجاب جي صورتحال اها آهي تہ ڪيس اهڙي حڪومت ۽ پارٽيءَ جي ضرورت آهي جيڪا موجوده آئيني، اقتصادي ۽ سماجي صورتحال کي جيئن جو تيئن رکي پر پاڻ ان کي وڌيڪ آئيني ۽ سياسي تحفظ مهيا ڪري ڏئي تہ جيئن سندس حاڪم ۽ بالادست واري جابرانہ حالت ۾ ڪا تبديلي نہ اچي. ۽ بينظير پنجاب جي انهيءَ خواهش جي تڪميل لاءِ پنهنجي آبائي علائقي جي مصيبت کي نظرانداز ڪري پنجاب جي خواهشن جي تڪميل لاءِ رات ڏينهن لنڊن کان ڪراچي ۽ پنڊيءَ کان منيءَ تائين واچوڙي وانگر اُڏامندي ٿي رهي. ۽ هن ڪڏهن بہ هنن پندرهن سالن ۾ آيل سياسي آئين ۽ سماجي تبديليءَ کي شعوري طرح سمجهڻ جي

ڪوشش ئي نہ ڪئي آهي ۽ نتيجي طور هوءَ هڪ ئي وقت ڪنهن بہ جدوجهد لاءِ سموري علائقي جي عوام کي متحرڪ ڪري نہ سگهي ۽ نہ ئي ڪري سگهندي.

(٢) جيئن تہ هن هتي جي سياسي، سماجي ۽ آئيني اٿل پٿل کي سمجهيو ئي نہ آهي، ان ڪري هن مسئلن ۽ قومن جي وچ ۾ موجود حقيقي تضاد کي حل ڪرڻ جو ڪو فارمولو ڏيڻ بدران پنهنجي سموري سياست بازيءَ جو دارومدار پيءُ جي موت ۽ ڀاءُ جي دردناڪ انجام تي مرثيہ خوانيءَ تي رکيو آهي. انڪري وقتي طرح ماڻهن جا هجوم تہ گڏ ٿي ويا آهن.جيئن ڪنهن جي جنازي تي گڏ ٿيندا آهن. پر ڪيس اِهو بہ معلوم هئڻ گهرجي ها تہ جيئن هُن پاڻ پيءُ جي موت تي ڪجهہ وقت ڪان پوءِ ڪارا ڪپڙا لاهي رنگين ڪپڙا پائي ڇڏيا. تيئن عوام ۽ قومون بہ پنهنجي تقدير سدائين لاءِ ڪنهن بہ موت ۽ شهادت سان وابستہ نہ ڪنديون آهن، پر هو پنهنجي مادي، ثقافتي، روحاني ۽ سياسي حقن جي مصيبتن ۾ پنهنجي پيارن جا موت بہ وساري ڇڏينديون آهن. پوءِ اهي پيارا سياسي ليڊر هجن يا ڪي ٻيا. ان جو مثال اسان جي سامهون پارت آهي، جتي اندرا جي ديهانت ڪانپوءِ ان جي رت هاڻي سازهيءَ جي آڌار تي راجيو وقتي طرح تہ ڪتي آيو پر اڄ سندس جيڪا حالت آهي، ان ۾ ڪيس سندس تدبر ئي ڪم ڏيئي يا بچائي سگهي ٿو نہ اندرا جي رت هاڻي سازهي.

هن وقت حالت هي آهي جو پنجاب ۾ طبقاتي تضاد ڪنهن حد تائين موجود آهي، پر پنجاب ڪنهن بہ قومي جبر جو شڪار تہ ٿيو پر الٽو قومن تي جابرانہ قبضو ڪيو ويٺو آهي. ان صورت ۾ جمهوري مسئلي جي نوعيت ۽ شدت، شڪل ۽ سطح، پنجاب ۽ سنڌ ۾ڪنهن حد تائين گڏيل (صرف جاگرافيائي ڳانڍاپي جي ڪري) هجڻ جي باوجود قطعي مختلف ۽ منفرد آهي. ۽ مس بينظير ڀٽي وٽ ان صورتحال ۾ تضاد جو حل جماعت اسلامي ۽ ڪابي ڏر جي عقيدي پرستن ڪان مختلف نہ آهي. اهو ئي ڪارڻ آهي جو هو هميشہ اهڙا بيان ڏيندي رهي تہ جيڪڏهن ٧٣ع جي آئين هيٺ چونڊون ٿيون تہ سيني قومن جا مسئلا حل ٿي ويندا ۽ سيني سان انصاف ٿيندو. جڏهن تہ اصل ۾ اهڙي بندوبست هيٺ سنڌ ۽ بلوچستان جي مصيبتن۾ هيڪاري واڌارو ٿيندو، هنن جي اقتصادي ۽ مالي وسيلن تي پنجاب جو قبضو وڌيڪ مضبوط ۽

مستحڪم ٿيندو ۽ اهي علائقا دائمي طرح پنجابي اڪثريت جا غلام بنجي ويندا.

ان ڪان سواءِ هو ان ڳالهہ کي يا سمجهي نٿي يا ڄاڻي واڻي نظرانداز ٿي ڪري تہ سنڌ ۾ بلوچستان طرف آبادي منتقل ڪري اتي جي اصلي رهاڪن کي ٿورائيءَ ۾ بدلائڻ واري مسئلي کي بہ پنهنجي جاءِ تي ايڏي وڏي اهميت آهي جو اهي قومون ان مسئلي کي پنهنجي حياتي ۽ موت جو مسئلو سمجهن ٿيون، جنهن جي حل ٿيڻ کان سواءِ آئين ۾ ڪاتن جي ورهاست ۽ مرڪز کي ڪاتا ڏيڻ سان سنڌ ۽ بلوچستان کي مطمئن ڪري نٿو سگهجي.

جڏهن تہ پيپلز پارٽي ان مسئلي جي نوعيت ۽ حساس پڻي کي سمجهي ئي نٿي، ۽ رڳو پنجاب جي مين پاور يا ووٽ جي عددي اڪثريت تي ڀاڙي پنجاب جي اقتدار کان محروم حصي کي اقتدار ۾ آڻڻ لاءِ جتن ڪري رهي آهي.

(٣) بينظير جي مشڪل اها آهي تہ پاڪستان جي پوري تاريخ ۾ هتي جو عوام آئيني توڙي غير آئيني طريقن سان جبر جي جنهن گهاڻي ۾ پيڙبو رهيو آهي، تنهن کي حرڪت ڏيندڙ ۽ جوڙيندڙ آرمي آهي، ۽ ان جو تعلق پنجاب سان آهي ۽ ٻي مهاڀاري لڙائي کان پوءِ نون آزاد ٿيل ملڪن جي سول حڪومتن کي ختم ڪرڻ ئي آرميءَ جو اهم ڪارنامو رهيو آهي. هتي بہ آرمي اهو ساڳيو ڪردار ادا ڪندي رهي آهي. پر بينظير جي والد مرحوم هميشہ انهيءَ اداري جي نہ رڳو همت افزائي، تعريف ۽ واکاڻ ڪئي پر ان جي ذريعي اقتدار پڻ حاصل ڪندو رهيو، ان ڪري پيپلز پارٽي پڻي جي موت کان اڳ ڪڏهن بہ آرميءَ جي غلبي يا ان جي ڪردار جي باري ۾ ان سان ٽڪر ۾ ڪا نہ آئي. صرف پڻي صاحب جي حياتيءَ جي گل ٿيڻ کان پوءِ فوجي آفيسرن جي هڪ مخصوص ٽولي خلاف ڊبل لفظن ۾ تنقيد ڪندي رهي ۽ بنينظير بہ انهيءَ ساڳي طريقي تي عمل ڪندي ٿي اچي. اهو ان ڪري تہ بينظير جيڪڏهن آرميءَ تي بحيثيت هڪ اداري جي تنقيد ٿي ڪري تہ پنجاب ۾ آرميءَ جو اهو حصو جيڪو سدائين پيپلز پارٽيءَ جو حمايتي رهيو آهي، سو ناراض ٿو ٿئي ۽ اقتدار جي آس جو ڏيئو هميشہ لاءِ اُجهاميو ٿو وڃي. جڏهن تہ هتي جي قومن کي وڏ ۾ وڏ شڪايت ئي آرميءَ جي ڪردار کان رهي آهي

جنهن جو تعلق پنجاب سان آهي.

(۴) بينظير ۾ سياسي شعور جي گهٽتائيءَ، خوشامدي ٽولي جي غلط مشورن ڪري هوءَ حڪمران ٽولن جي تضادن مان فائدو وٺي نہ سگهي آهي. مثال طور جڏهن قومي اسيمبليءَ جي ميمبرن استعيفا جي ڌمڪي ڏني، ان وقت پوزيشن اها هئي جو نہ رڳو جوڻيجو حڪومت پر ضياءَ جي صدارت بہ سخت گهوٽالي جو شڪار ٿي ويئي هئي. ان وقت بينظير کي کپندو هو تہ استعيفا ڏيندڙ ميمبرن جي حوصلہ افزائي ڪري ها ۽ چوي ها تہ جيڪڏهن اهي ميمبر استعيفا ڏيئي وري اليڪشن وڙهندا تہ پيپلز پارٽي انهن جي مڪمل حمايت ڪندي. اهڙي صورت ۾ وڏو امڪان هو تہ اهي سٽر اسي ميمبر استعيفا ڏيئي اچن ها پر بينظير صاحبہ ميمبرن جي استعيفا جي ڌمڪيءَ کي هيئن چئي عملي طرح وجود ۾ اچڻ نہ ڏنو تہ جيڪڏهن انهن ميمبرن استعيفا ڏني تہ انهن جي جاءِ تي پيپلز پارٽي پنهنجا اُميدوار بيهاريندي. ظاهر ڳالهہ آهي تہ اهڙي حالت ۾ اهي ويچارا غير جماعتي چونڊيل ڪيئن ٿي استعيفا ڏيئي سگهيا جڏهن تہ انهن کي وري هڪ اهڙي پارٽيءَ جي اميدوارن سان مقابلا ڪرڻو پوي ها جنهن سان گڏ عوام جا هجوم هئا جيڪي انهن غير جماعتين کي لوڙهي ڇڏين ها. اجهو اهڙيءَ ريت محترمہ جي غير ذميوارانہ بيان نہ رڳو موجوده اسيمبليءَ کي استحڪام بخشيو پر جوڻيجو ـ ضيا حڪومت بہ گهوٽالي کان بچي ويئي.

انهن سيني شين ۽ مونجهارن، مشڪلاتن ۽ مصيبتن جي باوجود محترمہ بينظير ڀٽو جي طبيعت ۾ بيرحم ۽ سخت گير قسم جي آمريت ۽ وڏيرا شاهي موجود آهي.

هوءَ جڏهن پنجابي فوجي ٽولي ۽ آفيسر شاهيءَ جي دلاسن ۽ آمريڪا سرڪار جي آشيرواد تي وطن واپس پهتي تہ هن پنهنجن اتحادين کي صفا حقارت سان نظرانداز ڪري ڇڏيو ۽ ڪنهن بہ تحريڪ، هلچل يا احتجاج جي باري ۾ ساڻن ڪا بہ صلاح مصلحت نہ ڪئي. ۽ پارٽيءَ جي تمام سينئر ۽ اهم ماڻهن جي مشورن کي نہ رڳو نظرانداز ڪيو پر ڪين ڇيو ويو تہ ساڻس اهڙيءَ طرح پيش اچن جيئن وزيراعظم سان ملبو آهي.

ٻئي طرف اهي اهم سياسي قوتون جيڪي سندن آبائي علائقي ۾ ڪم ڪري رهيون هيون ۽ جن سندس سياست سان اختلاف ٿي ڪيو، تن

ڪي طاقت ۽ قوت جي زور سـان دٻائڻ ۽ زير ڪرڻ، ويندي ايتري حـد تائين جو انهن جي ڪارڪنن کي قتل ڪرائڻ لاءِ جرائم پيشـہ عادي ڌوهارين کي هٿيار ڏياريائين تہ انهن کي پروپيگنڊا يا گوليءَ سان ختم ڪري ميدان هموار ڪيو تہ جيئن ڪنهن بہ صورت ۾ پنجاب کي راضي رکجي ۽ پنهنجي هڪ هٽي برقرار رکجي.

سندس انهيءَ رويہ سنڌ جا ڪيترائي نوجوان قتل ڪرائي ڇڏيا. ۽ سندس اهو رويو ان وقت تائين برقرار رهيو جيستائين ١٩٨٦ع جي تحريڪ ۾ پارٽيءَ کي زبردست شڪست کـائڻي پئي. پر پوءِ بہ سندس شخصي آمريت ۾ ڪا بہ تبديلي نہ آئي آهي.

اهو ئي سبب آهي جو هن کي اڄ ڪا بہ راهہ ڪا نہ ٿي سجهي ۽ هوءَ ذهني توڙي جسماني طرح سخت مونجهارن ۽ پريشانين جو شڪار آهي، ۽ امڪان نظر نٿو اچي تہ هوءَ اڪيلي انهن سيني تضادن مان ڪو رستو ڳولي ڪڍندي، سواءِ آرمي جي مدد جي. آرميءَ جي آسري جي ڪري هٽي جي نام نهاد جمهوري تحريڪ سموري دنيا جي تحريڪن کان ڪمزور تحريڪ آهي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا.  جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَس پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليڳڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)